

سنڌجي انھن سيني صوفين جي نالي،
جن صدين کان صلح، سلامتي، امن،
محبت
۽ ڀائيچاري کي
دکي انسانيت جي درد جي دوا قرار ڏنو.

**اداري پاران:**

سنڌي ڪهاڻي ڪيتر جي جينئس شارٽ اسٽوري رائيٽر 'منظور ڪوهيار' جو صوفي ڪهاڻين تي مشتمل ڪهاڻين جو نئون ڳٽڪو 'فراق جي منزل' سنڌ جي تصوفيءَ مٽيءَ جو ڪرشمو آهي.

صوفي ڪهاڻيءَ جي حوالي سان، سنڌي ادب ۾ 'فراق جي منزل' پهريون مڪمل صوفي ڪهاڻين جو جديد مجموعو آهي، جنهن ۾ ڏاهي ڏات ڏٽي منظور ڪوهيار، مختلف يُگن کان، زمان ۽ مڪان ۾ روان دوان، تصوف سان لاڳاپيل روايتن (ڪهاڻين) کي جديد وقت جي گهرجن پٽاندڙ نئين رنگ ڍنگ رکندڙ اسٽائيل سان لکيو آهي.

اُهي ڪٿائون، جيڪي انيڪ زمانن جي ڏوڙ پوڙ بعد به نه ميريون ٿيون آهن، نه وري سنڌن اثرپذيريءَ ۾ ڪا گهٽتائي آئي آهي، تن جو زنده جاويد هئڻ تي ته ڪو شڪ ناهي پر منظور ڪوهيار ڪين جديد انداز اربي، نه رڳو پنهنجي ڏات کي بقا ڏني آهي پر انهن ڪهاڻين کي، ايندڙ وقت جي ڪيترين نڪور دلين ۾ نئين نموني سان جيئاريو آهي.

'فراق جي منزل' ۾ موجود گهڻيون ڪهاڻيون پنهنجي فڪري اونچائيءَ سبب ته سدائين ياد رکڻ جهڙيون آهن پر فني پيشڪش جي حواليءَ سان پڻ مثاليه آهن. تاريخي/ تحقيقي انداز سان هر ڪهاڻيءَ کي سندس روح موجب پولي، منظر، مڪالما ۽ ڪردارنگاري ڏيڻ، منظور ڪوهيار جي فني بصيرت تي دسترس جي گواهي آهي.

'فراق جي منزل' جتي منظور ڪوهيار جي ادبي عمر وڌائڻ جو ڪارڻ آهي، اُتي اداري لاءِ پڻ اعزاز آهي.

اميد ته سنڌي ادب جو صوفي پاٺڪ به فخر محسوس ڪندو.

سعيد سومرو

ڪنول پبليڪيشن قنبر
MOB 0333 7523132

# سٽاءُ



## ڪهاڻيون

## مختصر ڪهاڻيون

# فراق جي منزل ـــ .9

## دنيا جو اولين ادب

دنيا ۾ هر ٻوليءَ جو اولين ادب صوفين جو پيدا ڪيل آهي.ان سلسلي ۾ مشرق خصوصي اهميت جو حامل آهي. صوفين پنهنجي تعليم اڪثر ڪري تمثيلي صورت ۾ پيش ڪئي آهي، جتان پوءِ اهو فن يونان ۾ پهتو ۽ ايسپ جي آکاڻين جي جوڙجڪ ٿي. قديم ترين صوفي آکاڻيون مڪالمن جي صورت ۾ هڪ هزار قبل مسيح ڌاري سنڌو ماٿري ۾ سرجيون ويون، جيڪي'اُپنشدن' (Upanishads) جي صورت ۾ محفوظ آهن. اهي ڪهاڻيون گهڻو ڪري ٻن ڪردارن، گرو ۽ چيلي جي وچ ۾ حقيقت متعلق آهن. اهڙا بنيادي اُپنشد تعداد ۾ تيرنهن هئا. ان کان پوءِ 'گوتم ٻڌ' جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ڪٿائون آهن، جيڪي ٻن کان وڌيڪ ڪردارن تي مشتمل آهن. ساڳئي دور ۾ 'جاتڪ' ڪٿائن جو بہ وجود ملي ٿو. 'ٻوڌي ڪٿائن' جي ان سلسلي ماضي قريب ۾ 'زين صوفي' ڪهاڻين جي صورت اختيار ڪئي.

سامي مذهبن، اسلام، عيسائيت ۽ يهوديت جي الهامي ڪتابن ۾ پڻ خدائي تعليمات ڪيترن ئي جاين تي ڪهاڻين جي صورت ۾ بيان ڪئي وئي آهي. صوفي ڪهاڻيون خانقاهي نظام جي معمولات ۾ آسانيءَ سان بيان ٿيندڙ ۽ ٻڌندڙ جي ذهن تي گهرو ۽ ديرپا اثر ڇڏيندڙ ذريعو رهيون آهن.

اسلام جي اچڻ کان پوءِ صوفين جي ڪهاڻين کي ايران ۾ 'حڪايت' جو نالو ڏنو ويو ۽ مثنويءَ جي صورت ۾ هزارين صوفي حڪايتون قلمبند ڪيون ويون، جن جا وڏا مثال مثنوي مولانا روم، گلستان ۽ بوستان آهن.

سنڌي ادب ۾ مختصر ڪهاڻين ۽ ناولن ۾ تصوف جا اولڙا شروع کان موجود پئي رهيا آهن. جهڙوڪ امرجليل ۽ آغا سليم جون لکيل ڪهاڻيون ۽ ناول وغيره ـــ پر صوفي ڪهاڻيءَ کي پنهنجي مخصوص نالي سان متعارف ڪرائڻ جو سهرو 'منظور ڪوهيار' جي سر تي سونهي ٿو.

اڄ کان ٽي سال اڳ انٽر نيشنل صوفي فائونڊيشن جي پهرين ساليانی صوفي ڪانفرنس جي موقعي تي هُن منهنجي ئي تحريڪ تي پهرين صوفي

## فراق جي منزل ــــ .10

ڪهاڻي پيش ڪئي ۽ ’تماهي صوفيءَ‘ جي ٻي پرچي ۾ سنڌس پهرين صوفي ڪهاڻي ’طريقت جي شام‘ شايع ٿي. ان کان پوءِ اهو سلسلو هلي نڪتو ۽ منظور ڪوهيار هر ساليانِي صوفي ڪانفرنس، حسين بن منصور حلاج ۽ فقير بخش علي ابڙي جي عرسن جي موقعي تي، داتا فيض درياهه جي ميخاني ۽ نائچ ڳوٺ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي تڪيي تي پنهنجون صوفي ڪهاڻيون پيش ڪندو رهيو.

منظور جي لکيل صوفي ڪهاڻين ۾ تاريخي تناظر سان گڏ صوفي فلسفي ۽ تعليمات تي ڏاڍي خوبصورتي ۽ سادگيءَ سان روشني وڌل آهي. ان کان علاوه سنڌس ڪهاڻين ۾ لاڙڪاڻي جي مقامي تاريخ جا ڪجهه لکيل پهلو به نروار ڪيا ويا آهن.

ڪهاڻي ۾ مخصوص صوفي اصطلاحن ۽ فقيري اندازِ گفتگو تي به خاص ڌيان ڏنو ويو آهي. منظور صرف هڪ ڪهاڻيڪار جي صورت ۾ لفظن جي راند ناهي ڪيڏي پر انهن ڪهاڻين سنڌس ذاتي زندگيءَ ۾ پڻ نمايان تبديلي آندي آهي. هُن صوفي نظريي جي سچائي ۽ اهميت کي تسليم ڪندي ان جي ڦهلاءَ لاءِ هي قلمي ڪاوش ڪئي آهي.

اڄ هُو انٽرنيشنل صوفي فائونڊيشن جي صوفي ڪائونسل جي بنيادي ميمبرن مان هڪ آهي ۽ اسان جي سچي سٽ لاءِ هڪ مؤثر ترجمان جي حيثيت رکي ٿو.

اميد ٿي ڪجي ته پڙهندڙ انهن صوفي ڪهاڻين ۾ پوشيده اصل مقصد کي ماڻڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ جيڪڏهن هي ڪهاڻيون هڪ به پڙهندڙ جي ذهن کي جهنجهوڙي سگهيون ته اسان جو نئين سنڌ ۾ انساني ترقي، سچائي محبت ۽ خدمت وارو خواب وڌيڪ مضبوط ٿي، پنهنجي ساڀيان ڏانهن هڪ ٻي وک کڻي سگهندو.

**ڊاڪٽر ساغر ابڙو**
**لاڙڪاڻو**
21 جنوري 2007

# 11. ـــــ فراق جي منزل

# تصوف جا رخ ۽ صوفي ڪهاڻي

’ڇا صوفي ڪهاڻي به ٿيندي آ؟‘ هڪڙي گھڻ پاسائين شخصيت، طنزيه انداز ۾ مون کان پڇيو.

’بالڪل ٿيندي آهي، جيئن صوفي شاعري!‘ مون وراڻيو.

’اسان ته ڪڏهن ناهي ٻڌو...!؟‘ هن طنزيه مشڪ چپن تي آڻيندي چيو.

’توهان ناهي ٻڌو، ته مان ڇا ٿو ڪري سگهان. باقي دنيا جون لائبريريون ۽ انٽرنيٽ جي 10600 ويب سائيٽس تي، صوفي ڪهاڻين جي حوالي سان معلومات موجود آهي.‘

’پر اِن کان اڳ ته ڪڏهن ڪنهن ذڪر ناهي ڪيو؟‘

’جي ڪنهن ناهي ڪيو ته مان ڇا ٿو چئي سگهان. جي چئو ته مان اوهان کي ڪجھ ويب سائيٽس جي ايڊريس ڏيان؟‘

’نه نه...! مون وٽ ڪمپيوٽر آهي، مان پاڻ انٽرنيٽ ذريعي ڏسي وٺندس!‘

اُن ڪانپوءِ، اُن همراه مون سان، اُن موضوع تي وري نه ڳالهايو ۽ نه وري مون کي ضرورت هئي، ته اُن سان مٿي ماري ڪيان. ڇو ته نه صرف صوفي ڪهاڻيون آهن، پر صوفي ناول به آهن، ۽ سنڌي ادب ۾ ان جو هڪ سهڻو مثال آغا سليم جو ناول ”هم اوست“ موجود آهي. پر اِن ڪانسواءِ صوفي پينٽنگس به موجود آهن. جنهن جو هڪڙو مثال، هن ڪتاب جي ٽائيٽل تصوير آهي، جيڪا جڳ مشهور مصور ”رسولي“ جي ٺهيل آهي ۽ انٽرنيٽ جي ويب سائيٽس تي موجود آهي. صوفي ڪهاڻيون، ٽي چار سال اڳ مون اُن وقت لکڻ شروع ڪيون، جڏهن ساغر ابڙي، خالد چانڊيي ۽ انٽرنيٽ جي ست سنگ ۾ شامل ٿيس. ۽ پوءِ مان سراپا لطيف جي اِن بيت جيان ٿي ويس:

ويٺي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تن تنين سي ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا.

مون جيئن جيئن دنيا جهان جي، قديم ۽ جديد صوفي ڪهاڻيءَ کي پڙهيو ته مون کي خبر پئي ته صوفي ڪهاڻيءَ جو تر ۽ ٻر ڏاڍو وڏو آهي. جنهن ۾ زمين آسمان يا ائين کڻي چئجي ته ٻئي جهان سمائجي وڃن ٿا.

# 12. ــــ فراق جي منزل

منجهس هر موضوع جي گنجائش آهي. جنهن ۾ الاهي عشق ۽ محبت کان وٺي انسان دوستي، وطن دوستي ۽ عالمگيريت جهڙا موضوع شامل آهن. جيڪي انسان کي انسان بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

صوفي ڪهاڻي، جيئن ته پنهنجي اندر گهڻين شين جو تاڃي پيٽو آهي. اِن ڪري سندس وصفون به نهايت ڏکيون ۽ پيچيده آهن. پر مون کي جنهن وصف گهڻو متاثر ڪيو. اُها "اڪبر. ايس احمد" جي آهي، جيڪا مون کي انٽرنيٽ جي هڪ ويب سائيٽ تان ملي:

"صوفي ڪهاڻي، صوفي نظريہ اندر سمجهہ جي مختلف ٿهن کي کولي واضح/ بيان ڪري ٿي. پنهنجي خوديءَ کي مٽائڻ ۽ مرشد جي ضرورت جي اهميت/ افاديت بابت ٻڌائي ٿي. جيڪو صحيح رستي تي هلڻ لاءِ چاڻ مهيا ڪندي، خدائي رستو ڏيکاري ٿو. ۽ اُهو رستو ڏاڍو ڏکيو ۽ پيچيده آهي. اِهي ڪهاڻيون تمثيلي، تشبيهي، ڪهاڻين منجهہ ڪهاڻين جيان ۽ بصر جي ڪَل وانگر تهہ دار آهن. جن کي چلي ڏسڻ لاءِ صبر ڪپي ۽ ڪڏهن ڪڏهن اُنهن کي چليندي، آخر ۾ ڳوڙها بہ ڳاڙڻا پئجي وڃن ٿا."

جيتوڻيڪ صوفين جو نظريو سادو آهي. جيئن مشهور صوفي 'سعيد ابو الخير' چوي ٿو 'خدا ۽ ان جي بندي جي وچ ۾ نہ پردو نہ زمين آهي، نہ آسمان، نہ تخت آهي، نہ پائدان. پر تون پنهنجو پاڻ ۽ تنهنجا وهم ئي پردا آهن. جڏهن تون اُنهن کي پري ڪندين تہ خدا کي ماڻي وٺندين.'

پر اِها ڳالهہ جڏهن علي الاعلان ڪئي وئي، تہ صوفين مٿان، مذهبي پيشوائن جون فتوائون جاري ٿيون ۽ ڪيترائي صوفي قتل ٿي ويا. ۽ پوءِ اُنهن هڪ ٻيو طريقو اختيار ڪيو تہ پنهنجي نظريي کي شاعري ۽ ڪهاڻين ذريعي، تمثيلي ۽ تشبيهي انداز ۾ پيش ڪن ۽ اُهو طريقو وڌيڪ ڪارگر ثابت ٿيو. اُن جو وڏو مثال 'مثنوي مولانا روم' آهي.

مان جنهن ڪهاڻيءَ کان پهريان متاثر ٿيس. اُها انٽرنيٽ ذريعي هڪ نامعلوم صوفيءَ جي ڪهاڻي هئي:

'هڪ صوفي طالب. جنهن پنهنجي مرشد جي حڪم تي، جهنگ ۾ ويهي، حقيقت کي سمجهڻ لاءِ رياضت ڪئي. ۽ جڏهن کيس احساس ٿيو تہ

# فراق جي منزل ـــ .13

هن حقيقت کي سمجھي ورتو آهي، تہ مرشد کي ٻڌائڻ لاءِ، مرشد جي خانقاهہ تي پھتو. رهائش واري ڪمري جو دروازو کڙڪايائين.

اندران آواز آيو ’ڪير؟‘

’مان!‘ طالب ورائيو.

مرشد جو آواز آيو ’توکي اڃا حقيقت ناهي پروڙي، اِن ڪري، واپس وڃ!‘

هُو واپس هليو ويو جهنگ ۾ اڃا وڌيڪ صدق سان رياضت ڪيائين.

۽ پوءِ جڏهن محسوس ڪيائين، تہ هن حقيقت کي حاصل ڪري ورتو آهي، تہ واپس وريو. خانقاهہ تي پهچي مرشد جي رهڻ واري ڪوٺيءَ جو دروازو کڙڪايائين.

اندران آواز آيو ’ڪير!؟‘

طالب صوفي ورائيو ’تون!‘

اندران آواز آيس، ’هليو اچ، هتي ٻيائي نہ هلندي....‘

ڪهاڻيءَ جي حوالي سان، هاڻي تہ اِنسائيڪلو پيڊيا آف سوشل سائنس واري وصف مدي خارج تي چڪي آهي. جنهن ۾ چيل آهي تہ ’ڪهاڻي اُهو ادب پارہ آهي، جنهن کي حقيقي زندگيءَ ۾ ڪو سچو مفهوم ڪونهي.‘

هاڻي تہ ڪهاڻي جي ماڊرن ۽ مشهور وصف اِها آهي:

’ڪهاڻي، ادب ۾ ٻوليءَ جو هڪ اهڙو نفيس اظهار آهي، جنهن جي وسيلي، انسان پاڻ کي ۽ پنهنجي سماج کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.‘

اِن حوالي سان، مان جنهن ڪهاڻيءَ کان وڌ ۾ وڌ متاثر ٿيس، اُها آهي قرآني ڪهاڻي، سورت الفيل واري آيت، جيڪا هڪ سچي، واقعاتي ۽ تمثيلي ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ فرمايل آهي:

”ڇا توهان نہ ڏٺو تہ توهان جي پالڻهار هاٿين وارن سان ڇا ڪيو؟ ڇا سندن شرارت کي ناڪام نہ ڪيائين. ۽ مٿن ولرن جا ولر پکي موڪليائين، جن اُنهن کي ڪَڪري جون پٿريون هنيون، پوءِ اُنهن کي اولڙ گاهہ جهڙو ڪري ڇڏيائين.“

جي هن قرآني قصي تي غور ڪبو تہ تمثيل تشبيهہ خيال آرائي ۽ معنائن جا هڪ ٻئي مٿان تهہ چڙهيل نظر ايندا. جيئن صوفي ڪهاڻيءَ لاءِ

# فراق جي منزل ـــ .14

چيو ويو آهي. بظاهر تہ آيت هڪ طرف اُن واقعي کي بيان ڪري ٿي تہ طاقت جي نشي ۾ چُور، حملي آور حڪمران ”اِبره“ جيڪو پنهنجي لشڪر سان هاٿين تي سوار، ڪعبۃ الله تي حملي آور ٿيو هو. تنهن کي ننڍڙن پکين (ابابيلن)جي ذريعي خدا ذليل ڪرايو هو.

ٻيو پهلو هن آيت جو اِهو بہ آهي، تہ خدا جي رهڻ جي جتي بہ نسبت آهي. اُها نسبت خدا کي پياري آهي. ڇو تہ خدا کي ڪعبي جي چؤديواري ۾ مقيد ڪونهي. اُهو تہ هر هنڌ حاضر و ناظر ۽ ساهہ جي رڳن کان بہ ويجهو آهي. ۽ جڏهن اِهو بہ چيو ويجي ٿو تہ خدا هر دل ۾ وسي رسي ٿو. اِن ڪري جيڪڏهن ڪو مغرور انسان پنهنجي طاقت جي زور تي، ٻئي ڪنهن معصوم انسان جي دل ڏکوئي ٿو تہ صوفي بہ خدا جي ابابيلن وانگر پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ ظالم سان مهاڏو اٽڪائن ٿا. ان ڪري هر صوفي پاڻ کي خدا جو ابابيل سمجهي ٿو.

صوفي صرف خدا جي ڳولا ۾ سرگردان نہ رهيا، پر اُنهن مذهبي انتها پسندن، جابر حاڪمن سان بہ مهاڏو اٽڪايو جيڪي خدا جي خلق کي آزاريندا هيا، اُن جو مثال اسان وٽ، صوفي شاه عنايت جو ڪردار آهي، جيتوڻيڪ صوفي، امن آشتي ۽ صلح ڪُل جو حامي آهي. هُو ڪنهن تي بہ حملي يا هلان ڪرڻ جو سوچي نٿو پر دفاع جو حق ضرور رکي ٿو جيڪو هڪ عالمي اصول آهي. اسان وٽ ”پير مراد“ جي هڪ چوڻي مشهور آهي:

’اهو بهتر آهي تہ هڪ مئل دل کي دائمي زندگي ڏجي. بنسبت اِنهيءَ جي تہ هزارن مئلن کي زندگي ڏجي.‘

ايچ ٽي سورلي پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب ’شاه لطيف آف ڀٽ‘ ۾ تصوف جي باري ۾ چوي ٿو:

’ڪو بہ ماڻهو تصوف جي سيني رخن کي بيان ڪري نٿو سگهي. ايراني غاليچي جيان يا سمونڊ جيان، جنهن جي متان ٿڌڙي هير گهلندي هجي ۽ اُن جو رنگ اُهو ئي هوندو جيڪو روشني مٿس وجهندي ڪيترن ئي زاوين کان اک اُنهن کي ڏسندي تہ گهڻين صورتن جو ڪو انت نظر نہ ايندو. اِن لاءِ نقط اِهو ڪري سگهي ٿو تہ ان جي مکيہ خيالن کي تلاش

# 15. ـــ فراق جي منزل

ڪجي ۽ ڏيڪارجي، تہ اُنهن جو اظهار ڪهڙيءَ ريت ڪيو ويو آهي، جو ڪڏهن هڪ پهلوءَ تي زور آهي تہ ڪڏهن ٻئي تي، جنهن ۾ انسان جي ان هستي لاءِ ڳولا موجود آهي. جنهن کي هو خدا چوي ٿو. ڪڏهن اُها سونهن آهي. ڪڏهن پاڻ کان انڪار آهي. ڪڏهن آدرش لاءِ مايوسي آهي تہ ڪڏهن انصاف جي بي قدري آهي. جن تصوف جي سموري فڪر کي پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏيو آهي.'

حقيقت اِها آهي تہ تصوف جو فڪر، بنيادي طور تي انساني گڏيل سمجهہ **Human collective wisdom** جو نچوڙ آهي. جيڪو انسانن کي اعليٰ اخلاقي گڻ ۽ آدرش ڏئي ٿو. اُهو ڪو جامد ۽ ساڪت نظريو ڪونهي. هي اُهو نظريو آهي، جيڪو سيني مذهبن ۽ فلاسافين جو روح يا تتُ آهي. ۽ پنهنجي جوهر ۾ هڪ وڏي لچڪ رکي ٿو. اِن ڪري صوفي ڪهاڻيون بہ قدامت جي حوالي سان پنهنجي آفاقي حيثيت رکن ٿيون تہ جديديت جي نون لاڙن کي بہ قبول ڪن ٿيون. سوچ جا نوان رخ ۽ انداز بہ بيان ڪن ٿيون. ائين ناهي تہ بديءَ کي روڪڻ ۽ وحدانيت کي عام ڪرڻ لاءِ صوفين کان اڳ ۾ ڪو ڪم نہ ٿيو هجي. هيءَ هڪ تسلسل آهي. جيڪو اسلام کان اڳ بہ هيو. دنيا جي سيني وڏن مذهبن ۾ ڪي منفرد ماڻهو هيا. جن مذهب يا ڌرم کي ذاتي ميراث نہ سمجهيو. پر اُن کي انساني اعليٰ قدرن ۽ آدرشن جي آبياري جو هڪ ذريعو سمجهيو. شاه سائين، اهڙن ئي آديسين (آدي واسين) ۽ سامين (يوُمين) لاءِ سر رامڪلي ۾ فرمايو آهي:

نکي نمن ناٿ کي، ناٿ نہ نمائين،
جاتا ڪن نہ جوڳ جي، جوڳ نہ جهُارين،
اُهيڃاڻيون آڻين، آديسي الماس جون.

لنگ ڪڍياٿون لانگ، موتي ڪن نہ مسحو
اسلامان اڳي هُئي، سا سٽاٿون ٻانگ
سامي ڇڏي سانگ، گڏيا گورکناٿ کي.

اِهو سچ آهي تہ اسلام کان اڳ بہ اهڙو ادب تخليق ٿيندو رهيو آهي. اُن جو مثال حضرت عيسيٰ جون تمثيلي آکاڻيون، يا حضرت موسيٰ جا قصہ پر

# فراق جي منزل ـــ .16

اُپنشدن ۾ جهڙيءَ طرح ويدانيت کي ڪهاڻين جي ذريعي بيان ڪيو ويو آهي، اُن جا 'ايمرسن' کان وٺي 'ٽي ايس ايليٽ' تائين معترف آهن.

'پردار نياڪا اُپنشدن' جي هڪ خوبصورت ڪهاڻي آهي. پرجاپتي (عقل جي ديوتا) پنهنجين ٽن شاگرد ٽولن (ديوتا، ماڻهو ۽ جنن) کي پنهنجن قدمن ۾ ويهاري پڙهايو پئي. جڏهن اُنهن جو سبق ختم ٿيو تہ ديوتائن چيو:

'عظيم اُستاد ....! اسان کي ڪا نصيحت ڪيو؟' هن صرف جواب ۾'دا' چيو ۽ پوءِ پڇيو . 'اوهان سمجهيو؟'ـ ديوتائن وراڻيو 'بالڪل اوهان چيو دمياتا (پاڻ تي ضبط رکو) ـــ 'ها، اوهان نيڪ سمجهيو!' پرجا پتي وراڻيو. پوءِ انسانن عرض ڪيو ـــ اُن ساڳيو لفظ 'دا!' ورجايو ۽ پوءِ پڇيو! 'اوهان سمجهيو؟' ـ انسانن وراڻيو'اوهان چيو داتا (سخاوت ڪيو)' ـ پرجاپتي وراڻيو 'اوهان بہ صحيح سمجهيو!'

پوءِ جنن نصيحت لاءِ ڪيس عرض ڪيو ـ پرجا پتي ساڳيا لفظ ورجايا ۽ پوءِ پڇيو ,'اوهان ڇا سمجهيو؟' ـــ جنن وراڻيو 'اوهان چيو ديا ڌوم (رحمدل ٿيو!) ـــ'ها، اوهان بہ بالڪل صحيح سمجهيو!'

۽ اِهي ٽئي لفظ ٽي ايس ايليٽ ـ پنهنجي مشهور شعر **What the thunder said** (گجگوڙ جي زباني) ۾ ڏاڍي فنائتي انداز ۾ ورجايا آهن ـ هن ڪهاڻي جو مطلب آهي، تہ هر حال ۾ لفظن کي چڱيون معنائون ۽ مطلب ڏئي، ڀلائي اختيار ڪجي.

اهڙيءَ طرح ٻوڌي ڪٿائن جي باز گشت بہ سڄي دنيا ۾ پکڙيل آهي. جنهن تحت 'مئل هاٿي جي ڪٿا' مشهور آهي، گوتم ٻڌ جي شاگردن هڪ ڏينهن گوتم کان پڇيو 'شاڪيامني .....! اسان جڏهن اوهان جي چوڻ تي ڏورانهن هنڌن ڏانهن تبليغ لاءِ ويندا آهيو تہ ڪي ماڻهو خدا، ڌرتي ۽ انسان لاءِ عجيب عجيب ڳالهيون ڪندا آهن.اِهي متضاد نظريہ ڇو آهن؟'

گوتم ٻڌ کين هڪ ڪهاڻي ٻڌائي: 'هڪ هاٿي رستي تي مري ويو. سڄا ڏسي ڇئي رهيا هيا، تہ ويچارو هاٿي مري ويو! ـ ڇهہ انڌا بہ واٽ تان گذريا پئي، اُنهن کي بہ دل ۾ حسرت پيدا ٿي تہ اُهي بہ هاٿي کي هٿ لائي محسوس ڪن، تہ هاٿي ڪيئن ٿيندو آهي؟ هُو بہ هاٿي مٿان اچي بيٺا،

# 17. فراق جي منزل

هڪڙي سندس پيرن کي هٿ لائي چيو ’هاٿي ٿنين جيان ٿئي ٿو.‘ ٻي سونڊ کي هٿ لائي چيو ’نہ بانس جي لڪڙي جيان ٿئي ٿو.‘ ٽين پڇ کي هٿ لائي چيو ’هاٿي رسي جيان ٿئي ٿو.‘ چوٿين ڏندن کي هٿ لائي چيو ’هاٿي ڏٿن جيان ٿئي ٿو!‘ پنجين پٺيءَ کي هٿ لائي چيو ’هاٿي کٽ جيان ٿئي ٿو.‘ ڇهين ڪنن کي هٿ لائي چيو ’هاٿي ڇڄ جيان ٿئي ٿو.‘

۽ پوءِ ڇهہ ئي انڌا پاڻ ۾ تڪرار ڪندي وڙهڻ لڳا. اِهائي ڪهاڻي سر ’آسا‘ ۾ لطيف سائين، منظوم انداز ۾ هيئين ريت مختصر مگر جامع انداز ۾ بيان ڪئي آهي:

مُئي هاٿيءَ سين مامرو اڇي پيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اڪئين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي، سڄا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

صوفي ڪهاڻين جا اولڙا/ عڪس ايسپ جي آکاڻين کان وٺي، چيني نصيحت آموز آکاڻين ۾ بہ اسان کي ملندا. ۽ اِهو سلسلو مثنوي مولانا روم، ملان نصرالدين جي ٽوٽڪن، سعدي جي گلستان و بوستان، زين ڪهاڻين، خليل جبران جي افسانن کان وٺي ادريس شاه تائين آهي ــ

ادريس شاهہ (1924 ـ 1996 ) جي جڳ مشهور ڪتاب world Tales ۾ صوفي ڪهاڻيون گڏ ڪيل آهن. اُنهيءَ ۾ هڪ ڪهاڻي آهي:

هڪ ماڻهو دڪاندار وٽ ويو ۽ پڇيائين، ’تو وٽ چمڙو آهي؟‘

’ها!‘ دڪاندار وراڻيو.

’ڪوڪا؟‘

’ها!‘

’ڏاڳا؟‘

’ها!‘

’سُوئو؟‘

’ها!‘

’تہ پوءِ تون پاڻ ويهي جوتا ڇو نہ ٿو ناهين؟‘

# فراق جي منزل ـــ .18

مون کي ان حوالي سان ان ڪهاڻي متاثر ڪيو ۽ مون سوچيو جڏهن مون وٽ بہ سڀ وکر آهن تہ پوءِ مان بہ ڪمر بستہ ٿي پنهنجا پاپوش ڇو نہ ان راهہ تي هلان.

روايتي طور تي ويدانتي، ٻوڌي، زين ۽ صوفي ڪهاڻيءَ ۾ مقصديت تي وڌيڪ زور هوندو آهي.البتہ ڪهاڻيءَ جي فني پهلوئن، جهڙوڪر ٻوليءَ جي رنگيني، منظر نگاري، ڪردار نگاري ۽ اسلوب تي گهٽ توجهہ ڏنو ويندو آهي. پر مون اِها ڪوشش ڪئي آهي تہ صوفي ڪهاڻيءَ کي روايتي طرز ۽ جديد انداز ۾ سنواري پيش ڪيان.اِن حوالي سان تاج بلوچ، احسان دانش، يوسف سنڌي، انور ابڙو، رحمت الله ماجوٺي ۽ ڊاڪٽر ساغر ابڙي جي همت افزائي ۽ عزت افزائي وڏي ڪم آئي. جن پنهنجين ادبي رسالن/ پرچن، 'سوجهرو'، 'شعور'، 'سنگت'، 'سوپ'، 'رچنا' ۽ 'صوفي' ۾ اهڙين ڪهاڻين کي پروقار انداز ۾ شايع ڪيو. باقي فيصلو تہ هن ڪتاب جا پڙهندڙ اِهل علم، اِهل دل ماڻهو ڪري سگهن ٿا، تہ پورهيو اڪارتو ويو يا سڪارتو!؟

آخر ۾ نوجوان شاعر پنهل ميمڻ ۽ نوجوان پبلشر سعيد سومري جو ٿورائتو آهيان. جن هن ڪتاب جي تڪميل ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ هي صوفي ڪهاڻين جو مجموعو اوهان جي هٿن ۾ پهچايو.

**منظور ڪوهيار**

A_3056 فيز(2) ـــ گلشن حديد ڪراچي

موبائل فون نمبر: 0333 7534610

# فراق جي منزل ـــ .19

# ازلي سچُ

23 ذالعقد 309 هجري جي رات. بغداد جي مرڪزي ٽاڻي 'باب خراسان' جي ڪال ڪوٺڙيءَ جو لوهي دروازو هڪ چيڪٽ سان کُليو ٿو. هڪ جڳياسي ۽ جس ڪرو شخص وڏي شان ۽ گنڀيرتا سان اندر داخل ٿئي ٿو. ڪال ڪوٺڙيءَ جو داروغو 'النشار' دروازو بند ڪري، چابي هٽي، دروازي جي بند هئڻ جو اطمينان ڪري واپس وري ٿو.

ڪال ڪوٺڙيءَ ڪان ٻاهر پٽ ۾ ٻرندڙ مشعل جي هلڪي روشنيءَ ۾ اهو شخص چؤڏاري نظر ڦيرائي ٿو تہ ڪيس زمين تي هڪ پراڻو تڏو نظر اچي ٿو. جيڪو 'دجلہ' درياہ ڪناري تي بيٺل ٻِن مان ٺهيل آهي. هنڌين ماڳين ٽُڪيل آهي. ۽ تشدد ٿيل قيدين جي رت سان چٽيل آهي. اُهو شخص تڏي جي هڪ پاسي ڪان وٺي چنبڪو ڏئي ٿو تہ ايامن جي لڱل ڏوڙنڪري اُڏامڻ لڳي ٿي. هُو تڏي کي رکي، بي فڪريءَ سان اُن مٿان ويهي رهي ٿو. اِهو سڄو منظر ڪال ڪوٺڙيءَ جي پٽين ۾ ٿيل ٻرن مان ننڍا وڏا ڪوئا ۽ چت ۾ لٽڪيل چمڙا ڏسندا رهن ٿا.

ڪال ڪوٺڙيءَ جو داروغو 'النشار' هڪ هٿ ۾ تلوار ۽ ٻي هٿ ۾ بغدادي نانُ لوڏيندو پيرن سان ڌمڪ ڌمڪ ڪندو لوهي دروازي تائين پهچي ٿو. هڪ هٿ سان شيخن ڪان نان اندر ڪندي، اُن شخص کي چوي ٿو 'اي ملحد! اي ڪافر! اي ملعون! ڪائي ۾ ڪر. جو سڀاڻي توکي قربانيءَ جي ٻڪر جيان ڦتڪايو ويندو!'

ذلت آميز جملن جي پرواهہ نہ ڪندي، اُهو شخص وڏي صبر ۽ ڌيرج سان اُٿي ٿو. بسم الله ڪري، بغدادي نانُ وٺي، وري اچي تڏي مٿان ويهي ٿو. محسوس ڪري ٿو تہ بکايل نظرون سندس مليل نانَ کي تڪي رهيون آهن. هُو نانَ جا چار حصا ڪري، ٽن حصن کي ننڍن ٽڪرن ۾ تقسيم ڪري ڪال ڪوٺڙيءَ جي ٻرن آڏو رکي ٿو ۽ چوٿين حصي جي ڀور ٺاهي، ڪچي فرش تي ڇٽي ٿو.

اِهو سمورو منظر هڪ پوڙهو چمڙو حيرت وچان ڇت وارين پٽين مان لڙڪندي ڏسي رهيو آهي. هن زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ اهڙي قيديءَ کي نہ ڏٺو

# فراق جي منزل ـــ20

هو جيڪو ايڏو مطمئن ۽ پرُسڪون هجي. هن تہ قيدين کي آه زاري ڪندي لُڇندي پُڇندي ڏٺو هو. روئيندي رڙندي ۽ ڪيهون ڪندي ٻڌو هو.

آخرڪار، اُن پوڙهي چمڙي کان رهيو نہ ٿيو هن اُن شخص کان پنهنجي فطرتي ٻوليءَ ۾ سوال ڪيو:

'اي قيدي! تون ڪهڙيءَ مٽيءَ جو ٺهيل آهين. جو نہ پنهنجي قسمت کان نالان آهين، نہ وري ڪا شڪوه شڪايت ڪرين ٿو- اي قيدي! تنهنجي سخاوت بہ عجيب آهي، جو هڪ مليل نان بہ تون اهڙن جاندارن ۾ ورهائي ڇڏيو جن کان عام قيدي نفرت ڪندا آهن. ڇا مان تنهنجو نالو پڇي سگهان ٿو؟'

'منهنجو نالو حسين بن منصور حلاج آهي' قيدي، پوڙهي چمڙي جي ٻولي سمجهندي وراڻيو.

'اي بردبار قيدي! - هن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ تہ قاتلن ۽ رهزنن کي رکيو ويندو آهي. تو کان آخر اهڙو ڪهڙو گناهہ سرزد ٿيو آهي، جو هتي پهتو آهين؟' چمڙي جستجو جاري رکندي پڇيو.

منصورحَلاج مشڪندي وراڻيو'اهڙو ئي ڏوهہ. جهڙو مون هاڻي ڪيو آهي تہ هر ساهواري کي ان جي ضرورت مطابق ڏنو وڃي تہ جيئن ڪير بہ چوري ۽ سينہ زوري نہ ڪري، مون تہ انسانن کي اهو پيغام پئي ڏنو تہ پنهنجي وجود جي حقيقت کان آگاهي حاصل ڪن. جيڪڏهن سندن وجود حقيقت آهي تہ سندن ضرورتون بہ حقيقت آهن. ڪو بہ ڪين انهن حقن ۽ گهرجن کان محروم نہ ٿو رکي سگهي ۽ نہ وري سندن انفراديت کي دٻائي سگهي ٿو.'

'اهو تہ ڪو ڏوهہ ئي ناهي ـــ ايئن تہ ناهي تہ ڪو ٻيو ڏوهہ هجي. جيڪو تون ٻڌائڻ نہ چاهيندو هجين؟' چمڙي بي يقينيءَ واري ڪيفيت مان ڪاڻس پڇيو.

'ها!، اهڙو ئي هڪ ٻيو ناقابلِ برداشت ڏوهہ بہ ڪيو آهي. جڏهن مون چيو تہ مون کي خدا جي حوالي سان پنهنجي وجود جي اظهار ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن کان بہ اجازت وٺڻ جي ضرورت ناهي. ڇاڪاڻ تہ سندس روح منهنجي رُوح ۾ ايئن سمائجي ويو آهي، جيئن عنبر، مشڪ ناب ۾ ملي ويندو آهي. ۽ ان (الله) رازن کي منهنجي دل ۾ ايئن سمايو آهي جيئن رُوح

# 21. ــــ فراق جي منزل

بدن ۾ سمايل هوندو آهي. جڏهن ڪا شيءِ اُن کي ڇُهي ٿي تہ اُها مون کي ڇهي ٿي. هر وقت ۽ هر حال ۾ 'اهو' مان ٻڌجي وڃان ٿو.'

منصور حلاج، پوڙهي چمڙي کي ڪجهہ وضاحت سان ٻڌايو.

'اِها ڳالهہ تہ مان جهڙو حقير چمڙو بہ سمجهي سگهي ٿو. ڇئبو تہ اڄڪلهہ جو انسان چمڙي کان بہ ويل آهي.' چمڙي حيرت زده ٿيندي چيو.

'تون سمجهي وئين اِن ڪري، جو فطرت جي قريب آهين. پر انسان جيڪو اشرف المخلوقات سڏائي ٿو، اُهو فطرت کان گهڻو پري ٿي ويو آهي.' منصور حلاج چمڙي کي سمجهائيندي ڏيندي ٻڌايو.

'خير، تنهنجي لاءِ ڪهڙي سزا تجويز ڪئي وئي آهي؟ '

'مثلا' منصور حلاج کلندي وراڻيو.

'مثلا؟۔ اِها ڪهڙي قسم جي سزا آهي؟' چمڙي سوالن جي سلسلي کي جاري رکندي پڇيو.

'مُثلہ سزا تحت، مون کي پهريائين سُوريءَ جي تختي تي ٻيهاريو ويندو. ۽ پوءِ هٿ پير ٻڌا ويندا ــ پهريائين منهنجا هٿ ۽ پوءِ پير ڪپيا ويندا ــ اُن کانپوءِ اکيون ڪڍيون وينديون ۽ آخر ۾ زبان ڪپي ويندي. پوءِ سِرُ قلم ڪري خليفي ڏانهن اُماڻيو ويندو ۽ ڌڙ کي تيل ۾ ٻوڙي ساڙيو ويندو ۽ آخر ۾ رک دجلي جي لهرن جي حوالي ڪئي ويندي.......

اي سڀوجهہ چمڙا! جي تون سياڻي اِهو منظر پسي سگهين تہ ضرور اچجانءِ ۽ شاهدي ڏجانءِ تہ اسان عشق جي نماز ادا ڪندي ڪا ڪوتاهي تہ ڪو نہ ڪئي.' منصور حلاج چمڙي کي دعوت خاص ڏيندي چيو.

'اي مرد حق! مان رب جو شڪر ادا ٿو ڪيان، جو اُن مون کان اهڙن ڏينهن ڏيکارڻ واري سگهہ سلب ڪري ورتي آهي ــ ڇا واقعي انسان ايڏو سفاڪ ۽ اندر ٻہو انڌو آهي. جو ان ازلي سچ کي سڃاڻڻ کان قاصر آهي، جيڪو هر دل ۾ رسي وسي ٿو؟'

'ها، ساچاه وند چمڙا! اِهوئي انساني سماج جو وڏو الميو آهي.' منصور حلاج ٽڏو شوڪارو پريندي، پنهنجو شعر پڙهيو......

اِهو ٻڌي، پوڙهو چمڙو ٻين چمڙن سان ڇت مان پڙڪو ڏئي اُڏاڻو ۽ ڪال ڪوٺڙيءَ جي روشندان مان نڪري زور زور سان فضائن ۾ اُڏري منادي ڏيڻ لڳو:

# فراق جي منزل ـــ.22

’انڌو اُهو آهي، جيڪو اندر جو انڌو آهي، جنهن منصور حلاج کي نہ سڃاتو اُن ازلي سچ کي نہ سڃاتو ۽ پوءِ منصور حلاج جي ٻڌل شعر کي وڏي واڪي ڏُهرائڻ لڳو.

’اعمي بَصير وانّي ابلحہُ فَطِن
ولي کلام اذا ماشئتُ مقلوبُ‘

(انڌو آهيان، ليڪن بصيرت رکان ٿو
سادو آهيان. ليڪن فطين آهيان.
۽ هي منهنجو ڪلام، غور ڪرڻ سان ابتو بہ ٿي سگهي ٿو.)

وٽن تي سُتل پکي پکڙ ۽ جيت جڻين ۾ ڦڙ ڦُوت پئجي وئي. پر ’النشار‘ ڪال ڪوٺڙيءَ جي ٻاهران اکيون ٻوٽيون اوجهراڪيون کائيندو رهيو.

# فراق جي منزل

مائي 'طوطيءَ' جي هنج ۾ 'مانجهي' جو مٿو رکيل هو. مانجهيءَ جي پيشانيءَ ۾ ڏڙ تي زخمن جا نشان مرڪي رهيا هئا. مائي طوطيءَ اندر جي دانهن کي تہ دٻائي ڇڏيو هو پر اکين مان نڪتل ڳوڙهن تي وس نہ هلي سگهيس.ڳوڙها ڳلن تان ٿيندا، ٽپا ٽپا ڪندا ڪرندا، عشق جي پيٽا ڏيندا رهيا.

پورا اَٺ سال اڳ، مانجهيءَ جو ڪجهہ ٻيو رنگ هو. مائي طوطيءَ کي ياد پئي آيو.سردين جا ڏهاڙا هيا.ينيرڪي مهل،مائي طوطي، لاڙڪاڻي شهر جي قافلہ سراءِ جي پر ۾، مگهارن جي محلي مان اڪيلي سر نڪتي هئي. اناج منڊي واري گهٽي وٺي، بندر واري شاهي سڙڪ تي پهتي تہ ڏٺائين، پپل جي شاهي وڻ هيٺيان ڏاند گاڏيءَ تي ڪو جڻ سندس انتظار ۾ ويٺو آهي. هوءَ جيئن ئي پرسان لنگهي تہ ان وٽر سٽر همراهہ ٽڙڪ هنيس: 'مير خان ابڙي جي ڳوٺ تائين پهچندي پهچندي پير پٿون تي پوندئي، اسان ڇڏي اچڻ لاءِ حاضر آهيون ..!' جيتوڻيڪ، مائي طوطي آواز سڃاتو هو پر ڪيس لئوڻو هٽي بہ نہ نهاريائين، صرف اهو جواب ڏنائين: 'جي مرشد ڏانهن ويندڙ راهہ ۾ پير پٿون تي پيا، تہ ان کان وڏيڪ ٻيو انعام ڪهڙو آ.'

'تنهنجا پٿن جهڙا پير پٿون تي پون، تہ ٻڏاءِ پلا مانجهي سهي سگهندو؟' ڏاند گاڏي سوار ڏاندن کي هڪليندي چيو.

'مانجهي، توکي اڄ ڪيئن خبر پئي تہ مان ڪيڏانهن وڃڻ واري آهيان؟' مائي طوطي، ڳالهہ کي وٽ ڏئي سوال ڪيس.

'اهو ئي تنهنجي ٻين عاشقن ۾ مون ۾ فرق آهي. ان ڪري تہ مان تنهنجي هر خبر رکندو آهيان.' مانجهيءَ ٺڏو ساهہ ڀريندي چيس، "طوطي، مڃين نہ مڃين، منهنجو توسان سچو عشق آهي.'

'عشق جي منزل ڏاڍي اوکي آهي. تنهنجو عشق منهنجي جسم ۾ آواز تائين محدود آهي ۾ منهنجي عشق جي منزل اڻ ڪٿ آهي.مانجهڻ! تون مون سان ڪيئن هلي سگهندين؟' مائي طوطي، گهرو ساهہ کڻي وک تکي ڪئي تہ مانجهڻ بہ ڏاندن کي 'ڪِپي' ڪئي.

# فراق جي منزل ـــ 24

هاڻ، هُو اولهہ طرف مڙندي زيتونن جي باغن جي وچان نڪرندڙ ڏاند گاڏيءَ واري چاري تي هلي رهيا هيا. زيتونن جي هلڪي خوشبو هوا ۾ سمايل هئي. مانجهي، طوطيءَ کي حيرت وچان تڪيندو پئي هليو. تہ شهر جي نرم نازڪ، سريلي عورت بہ ايڏي مضبوط ۽ اڏول ٿي سگهي ٿي. جنهن کي تہ سياري جي پاري جي بہ ڪا پرواهہ ناهي. سا بہ پيرين اگهاڙي، هوءَ رڳو ڪالهہ 'مانڊي' ۾ بيهي عاشقن وچ ۾ اظهار ڪري ها تہ اڄ ائن، گهوڙن ۽ ڏاندگاڏين جا قافلا بيٺل هجن ها. اهو تہ پلو ٿيو طوطيءَ جي ساهيڙيءَ 'مينا' جو. جنهن کيس ٻڌايو هو تہ سياڻي طوطي لوڪان لڪي، اسر ويل مير خان ابڙي جي ڳوٺ ويندي، مرشد جي ديدار لاءِ.

ڪجهہ دير جي خاموشيءَ کانپوءِ مانجهي چوڻ لڳو 'مان ڇا ڪيان طوطي، تنهنجين پنيين مٿان اهڙو پنيولجي پيو آهيان. جو جيئن ڇڏائڻ جي ڪيان ٿو تيئن وچان ٿو ڦاسندو.'

'تنهنجي ذات وارا توکي نياڻئ ڏيندا؟' طوطي ڏاڍو ڏکيو سوال ڪري وڌس. پر مانجهي آسان لفظن ۾ جواب ڏنس، 'طوطي! اهي پل پنهنجي ڳِنِ، پر مان پنهنجي ڪندس.'

سج اوپر مان ڪني مس ڪيي تہ هو سيوهاڻي سڙڪ تي پهچي چڪا هيا. سيوهاڻي سڙڪ جيڪا سائيڪو هٿ کن ويڪري هئي. جنهن کان ننڍا وڏا قافلا بنا ڏوڙا اڏائڻ جي اتر، ڏکڻ آيا ويا پئي.

'هاڻ تہ ضد ڇڏ طوطي! هي ڏس، مان گاڏيءَ کي تولاءِ ڪيڏو نہ سجايو آهي!' مانجهي، نئين جُوالَ ۾ وڏل پلال مٿان، تڪُ جي وچايل خوبصورت رلين جي طرف اشارو ڪندي ڏيان ڇڪايس.

'چڱو مان جُوالَ تي وڇايل رليءَ مٿان هٿ رکي هلان ٿي. جيئن تو عاشق جيئڙي کي آسيس ملي. هاڻي تہ بس نہ؟'

مائي طوطي، مانجهيءَ جي خوشيءَ خاطر، رليءَ تي هٿ رکي، گاڏيءَ پنيان هلڻ لڳي. پر مانجهي اچا بي مزي هيو. ان ڪري وري وينتيون ڪرڻ لڳس:

'اچا بہ ڪوهہ کن ٿيندا. پلا گاڏيءَ جي دُري تي چڙهي، ڪجهہ ساهي تہ پٽدا؟'

'مانجهڻ! دُري جو سهارو ڪمڙو ونجي. عشق جي راهہ ۾ هلڻ لاءِ مرشد جو سهارو ئي ڪافي هوندو آهي.' طوطيءَ سمجهايس.

# فراق جي منزل ـــ 25

’پلا جيستائين، پنهنجي مرشد وٽ پهچين، تيستائين ته ڪجهه ٻڌائيندي هلُ؟!‘

مانجهي، سفر ۾ هلندي ڳڻ رس ونڻ پئي چاهيو. طوطيءَ ڪن تي هٿ رکي، سر سامونديءَ جي وائي ڳائڻ شروع ڪئي:

اکيون پير ڪري ويڄجي، پر ويڄجي
سپريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪين ڪجي
لڪائي لوڪ کان، ڳوڙهان ڳجهڙي نجي
محبتي ميهار جو سور نه ڪنهن سلجي.

سيوهاڻي سڙڪ تان گذرندڙ قافلن جي ائن، گهوڙن ۽ ڏاندن جون ڇيريون، ٽليون، ڇڙا ۽ ڊنيريون بيهجي ويون. ائين لڳو ڄڻ ڪجهه ساعتن لاءِ وقت بيهجي ويو آهي. ڪو الستي آواز هيو، جنهن دلين کي گرمائي ڇڏيو. جنهن به واٽهڙو ڪن ڏئي ٻڌو ان جو روح تڙپي اٿيو.

مانجهي گاڏيءَ تي ۽ پنيان مائي طوطي هلندا رهيا. هڪ لنگهندڙ گهوڙي سوار کين ڏسي مٿن ٽوڪ ڪئي:

"عاشق بيل گاڏيءَ تي ۽ معشوق پنڌ ڪهڙو نه انڌير آهي!؟‘

مانجهيءَ کي واٽهڙوءَ جي ٽوڪ ڄڻ تير تي لڳي. رڙ ڪندي طوطيءَ کي چيائين: "ٻڌئي ٽوڪ!، اچان به پنڌ هلندئينءَ؟‘

’مانجهڻ عشق ۾ ته ملامت ملندي آهي. تون چو ٿو ڊڄين ....؟ هُو اڻڄاڻ هو. هن کي ڪهڙي خبر ته اصل عاشق ڪير آهي؟‘ طوطيءَ ڏيرج وچان چيو.

ڳالهائيندي ٻولهائيندي ٻنهي کي خبر ئي نه پئي ته ڳوٺ مير خان ابڙي وارو لاڙو اچي ويو. گوبر ڏاند هاٽي ويهارو ڪن هٽ موڪري رستي تي ڦوڪارا هڻندا اوله طرف مڙيا. چوڏاري چٽن ۽ مٽرن جي گلن جي نيراڻ پئي نظر آئي. ڪٿي ڪٿي ڊگهين ڇيرن مان ناڙي ڪيل ڪڪڪ جا ساوا سلا ڪرُ ڪنيون بيٺا هيا. واهن جي ڪڙن سان ڇمڇ ساين ٻيرين ۽ ٻيرن جو هڪ نه ڪٽندڙ سلسلو هيو. ڳوٺ مير خان ابڙي جون ماڙيون جيئن پوءِ تيئن صاف نظر اينديون پئي ويون. مانجهيءَ کي اوچتو هڪ وهم ويٺو، هن مائي طوطيءَ کان پڇيو: "طوطي، تنهنجو مرشد مون کي ڏسي ناراض ته نه ٿيندو. جڏهن کيس اها خبر پوندي ته مان تنهنجو عاشق آهيان؟ ۽ سندس مريد سردار خان ۽ حاجي خان ڪماريئي وارا به جنگ جوان آهن. مان ته پوءِ جنجار ۾ اچي ويندس!؟‘

# 26. فراق جي منزل

’تون عاشق آن. تون چو تو ڊجين؟ سچي عاشق لاءِ تہ منهنجي مرشد فرمايو آهي:

اصل عاشق پنهنجي، مسي نہ سانڍيين
لاهيو سر لطيف چئي، ساهہ سلهاڙيو ڏين
گُلهنئون ڪورين، پڇن پوءِ پريتڻو.

مائي طوطيءَ سچن عاشقن بابت لطيف جو بيت ٻڌايس، تہ مانجهي ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏي ويو.

ڳوٺ مير خان ابڙي جي سامهون، اتر طرف مٽيءَ جو دڙو نظر پئي آيو. جنهن تي هڪ ڪچي مسجد سادگي واري شان سان ڳُرُ ڪنيون بيٺي هئي. چوڌاري ڪپڙن جا جهنڊ هيا. دڙي تي ماڻهن جا انبوهہ نظر پئي آيا. چڻ جهنگ ۾ رنگ لڳو پيو هيو. دڙي ڏانهن اشارو ڪندي، طوطيءَ سارنگ کي چيو:

”ايڏانهن هل! ايڏانهن منهنجي مرشد سائين جو تڪيو آهي.‘

مانجهي هڪدم مهارون ڇڪي گوبر ڏاندن کي اوڏانهن لاڙيو. دڙي جي وٽ ۾ بيٺل هڪ ڪيڙ جي هيٺيان ڏاندن کي ڇاڇاري مان ڪڍي، انهن کي وڻ سان ٻڌو ۽ طوطيءَ جي پنيان هلڻ لڳو. طوطيءَ سان گڏ مانجهي جيئن ئي دڙي تي چڙهيو تہ ڪجهہ فقير ڪجهہ تنبير لاڙي مڪڙن گهوڙن تي حال وسلا ۾ پيو سامان سرڙو ٻڏي رهيا هئا. ڌورو پر پرو پہ پاونگ جوان، سردار خان ۽ حاجي خان بيٺا هيا. جن طوطيءَ کي مٽي تي هٿ رکي ۽ مانجهيءَ ڏانهن هٿ وڌائي آجيان ڪئي:

’ڀلي آئيا جيءَ آئيا مرشد جي ديدار لاءِ بابا!‘

طوطيءَ جا قدم تيزيءَ سان مرشد جي ديدار لاءِ تڪيي ڏانهن وڌڻ لڳا ۽ پويان مانجهي، ڪنهن ليلي جيان هلي رهيو هو. مرشد جي نگاهہ جيئن ئي طوطيءَ جي ڪهہ لڳل پيرن تي پئي تہ هڪدم پڇيائين: ’بچا، پنڌ آئي آن؟‘

’ها، مرشد لطيف!‘

طوطي گوڏا پيچي ويني تہ مرشد مٽي تي هٿ رکي آسيس ڏنس ۽ جڏهن مانجهيءَ تي نظر پيس تہ طوطيءَ کان مشڪندي پڇيائين. ’هي ڪير آهي؟‘

”سائين، هي منهنجو پونئر آهي!‘ طوطيءَ مشڪندي وراڻيو.

مرشد لطيف جي زبان مان ازخود نڪتو:

’ڪنول پاڙون پاتار ۾، پونئر پري آڪاس،
ٻنهي سندي ڳالهڙي، رازق آندي راس،
تنهين عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا.

# فراق جي منزل ـــ 27

'پنهنورا! نيٺ حضرت عشق، توکي بہ اسان وٽ وٺي آيو؟' مرشد مانجهيءَ سان مخاطب ٿيو.

مانجهي شرمندگيءَ وچان ورائيو 'سائين، منهنجي عشق جو رنگ تہ ڪچو ڦڪو آ. منهنجو ڪهڙو عشق آهي!؟'

"ٻچا عشق جا رنگ انيڪ آهن. اهو بہ هڪڙو رنگ آهي، پوءِ ڪٿي ڪچو ٿي سهي. تون ٻڌاءِ ڪير جوان آهين؟'

'سائين، مانجهي نالو آهي. ذات جو جيهو ابڙو آهيان. لاڙڪاڻي جو ويٺل آهيان.' مانجهي نهٺائيءَ نماڻائيءَ سان جواب ڏنو.

'جيها جي تيها، مون مارون مجيا. ٻچا! اسان کي ڪچا ڦڪا سڀ قبول آهن.' مرشد لطيف جڏهن مشڪندي چيو تہ مانجهيءَ جي دل ۾ پيدا ٿيندڙ سڀ وهم ۽ خوف ختم ٿي ويا. کيس هڪ عجيب قسم جي آٿت ملي ۽ قربت محسوس ٿي. طوطيءَ، مانجهيءَ کي ڏسندي مرشد لطيف کي عرض ڪيو.

'سائين، هن کي بہ ڪو اهڙو رنگ عطا ڪيو جيڪو دائمي ۽ پڪو هجي.'

مرشد لطيف، مانجهيءَ کان پڇيو 'ها ٻچا؟'

'سائين، جيڪو اوهان رنگ عطا ڪندءَ، سو قبول آهي.' مانجهي سيني تي هٿ رکي ورائيو.

مرشد لطيف ٿوري دير استغراق ۾ هليو ويو. جڏهن اکيون کولي اها نظر ڪيائين تہ مرشد لطيف جي گهرين ڪارين اکين ۽ پروقار پيشانيءَ ۾ چڻ مانجهي سمائجي ويو ۽ پوءِ مرشد فرمايو:

'مانجهي، اسان توکي ڏرتيءَ جي عشق وارو رنگ عطا ڪيون ٿا. جيڪو مرڻ گهڙيءَ تائين نہ ويندءِ. بس، رڳو هي بيت هر دم ياد هجئي:

هڻڻ هڪلڻ، پيلي سارڻ، مانجهيان ايءَ مَرڪُ.
وجهن تان نہ فرق، رُڪ وهنديءَ راند ۾.

مانجهيءَ جو سرُ، ازخود مرشد لطيف جي قدمن تي ڪري پيو. مرشد هٿن جي سهاري سان سندس جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪيو. مائي طوطيءَ جي خوشيءَ جي انتها نہ رهي. سندس اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها نڪري آيا. هن روئي پلئہ سان اکيون اگهندي مرشد لطيف کي هڪ ٻي ارداس ڪئي:

'سائين مرشد! مون کي بہ هن سان گڏ ڪو دائمي رنگ عطا ڪيو؟'

مرشدلطيف، مائي طوطيءَ ۽ مانجهيءَ کي ڏسي مشڪندي ورائيو:

# فراق جي منزل ـــــ 28

’توکي اسان اهو آفاقي رنگ عطا ڪيون ٿا. جنهن سان فراق جي منزل ماڻيندي، تنهنجي دل، خوف، وهم ۽ وسوسي جو شڪار نہ ٿيندي، رهبريءَ لاءِ هي بيت ڪافي اٿئہ:

جيڪي فراقان، وصالان نہ ٿئي
اچي اوطاقان، مون کي پرين پري ڪيو.

”بسم الله سائين قبول آهي.‘ مائي طوطيءَ دل سان اقرار ڪندي وراڻيو. اکيون بند ڪري، گهرو ساهہ کڻي، مائي طوطيءَ بيت سُر سان ورجايو.

”جيڪي فراقان، وصالان نہ ٿئي
اچي اوطاقان، مون کي پرين پري ڪيو

تہ فقيرن جوش ۾ اچي نعرا هنيا: ’جيئي لطيف‘!
’سدا جيئي!‘

نيري ٽيپهريءَ جو جڏهن مرشد لطيف پٽ ورڻ لاءِ اهو بيت چئي، چانڊڪا پرڳڻي جي سيني مريدن کان موڪلايو تہ :

ڪٿا منجهہ قرار، جي هيڪاندا هٿا سنگ ۾
ڳاهي ڳاهہ فراق جي، ڪيڙا ڏارئون ڏار
نہ چاڻان بيمار، ڪير ملندو ڪنهن سين.

اهو ٻڌي سيني مريدن ۽ فقيرن جون اکيون آلو ماهہ تي ويون. جيستائين مرشد جو قافلو ڏسڻ ۾ آيو. آسرونڊ اکيون ڏسنديون رهيون اِنهيءَ آس سان، تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن وري مُڪا ميلا ٿيندا. مرشد جا ديدار ۽ درشن وٽبا. پورن اٺن سالن کانپوءِ.

1731ع، ’جنڌهيري‘ ۾ رڻ گجيو. راڙو ٿيو. گهلرن ۽ سنڌ جي سپوتن جو جهُونجهار ڪو جهيڙو هليو. ڪڇيءَ ۾ ڪُوڪ پئجي وئي. هڪ طرف عبدالله خان شير ڪوهستان جو لشڪر هيو ۽ ٻيءَ طرف ميان نور محمّد ڪلهوڙي جي سپاهہ سالار شاهہ بهارو چاليهہ هزار اڙٻنگ جوانن سان بيٺو هيو.

صفون سڌيون ٿيون. پيير وڳي .... تلوار سُپر سان ٽڪرائي، نيزا سينن ۾ لڳا. ڪي ٽٽا، ڪي ڀڳا، رت ريلا ڪري جنگ جي ميدان تي وهڻ لڳي.

گهوڙن جي هڻڪارن ۽ جوانن جي هڪلن هڪ حشر برپا ڪري ڇڏيو .......... ڪي چئي رهيا هيا، ’بزن! بزن!‘ ....... ڪي چئي رهيا هيا، ’متان ويو آن!‘..... پر مانجهي، لطيف جو اهو بيت ٻڻجي وڙهي رهيو هو:

# فراق جي منزل ـــ29

"هڻڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي ءُ مُڙڪَ
وجهن تان نہ فرق، رُڪ وهندي راند ۾.

سِج لهندي ٻڏندي اهو نظارو پسيو تہ 'مير عبدالله خان' شير ڪوهستان' جو ڪنڌ ڪرماٽين ڪٽي ڇڏيو. ڪي گهلر ماڻهه ڳجهين جو تي ويا. ڪي قيد ٿيا، ڪي پڇي ويا. مانجهي زخمن سان چور هو. سندس جسم تي هر هٿيار جو گهاءُ هو. اهو ڪانُ جيڪو 'ڪڙ ڪڙا' ڪندو اچي ڳُڪ ۾ لڳو هوس، سو نہ نڪري نہ نڪتو.

سپاهہ سالار شاهہ ٻهاري، شهيدن کي عزت ۽ آبرو سان دفنايو. زخمين کي پنهنجن پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽايو. مانجهي لاڙڪاڻي پهتو تہ ساهہ لبن ۾ هئس. بس آخري آس جي سهاري زندهہ هو. سخت گير پيءُ سانول کي چيائين:

'طوطيءَ جي هنج ۾ آخري هڏڪي ڏيڻ چاهيان ٿو.'

اهو ٻڌي پٽر دل پيءُ، ميڻ جيان رجي پيو. ذات پات جا ٻڌڻ ٽٽي پيا ...... مائي طوطيءَ جي هنج ۾ مانجهيءَ جو مٿو هيو. چپ سُڪي ٺُوٺ ٿي ويا هئس، پر مشڪندي چئي رهيو هو:

'طوطي، مرشد لطيف سان جڏهن بہ ملڻ ٿئي تہ ٻڌائجانس، تہ مانجهيءَ کي آخري دم تائين سائين جن جو بيت ياد هو. '

طوطي هائوڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻيو تہ مانجهيءَ وري جهيڻي آواز ۾ پڇيس:

"طوطي، توکي مرشد لطيف جيڪو فراقي رنگ عطا ڪندي، رهبريءَ لاءِ بيت ٻڌايو هيو، اُهو تہ ٻڌاءِ؟'

مانجهيءَ جي انهيءَ سوال تي مائي طوطي نگاهون مٿي ڪري بيت جهونگارڻ لڳي:

"جيڪي فراقان، وِصالان نہ ٿئي،
اچي اوطاقان، مون کي پرين پري ڪيو.

نگاهون هيٺ ڪيائين، تہ مانجهي آخري هڏڪي ڏئي چڪو هو.......

# فراق جي منزل ـــــ 30.
# جو ڪيڙي سو ڪائي

سڄي سنڌ جي ظالم جاگيردارن، نوابن، زورآورن ۽ ڏنڊوڙي پيرن کي اِن ننڍڙي نعري ڏيڍاري ڇڏيو هو. سڀئي هڪ ٻئي سان اختلافن جي باوجود هٽ تي ويا هيا تہ ڪيئن بہ ڪري اِن نعري کي ختم ڪيو وڃي.

ٺٽي جي گورنر نواب اعظم خان جي سرڪردگيءَ ۾ سڀيءَ ۾ ڏاڍر کان وٺي سنڌڙ ساگر تائين اهڙن ماڻهن جو هڪ وڏو ڪٺ ٿيو هو.

’هي بہ ڪو نعرو آهي!؟‘ نواب اعظم خان کان گگ وهي رهي هئي.

’جي اِن نعري پٺيان، سڄي سنڌ جا ماڻهو لڳي پيا تہ اڳتي مغلن جي عظيم الشان سلطنت جو ڏن پروُ ڪير ٿيندو!؟‘ نواب اعظم خان پنهنجي ڳڻتي ظاهر ڪندي چيو.

’ٻيو ڪجھ ناهي نواب صاحب! اسان بہ فقير آهيون، پر شاھ عنايت سرَ قريو تي ويو آهي. اسان، جن سرڪش پنهورن کي ڏِل ۾ ڏن نہ ڏيڻ تي باغبان ۽ سيوهڻ پرڳڻي مان ڏنڊا هڻي سندن گهرن کي باهيون ڏئي بي دخل ڪيو هيوسين، انهن اچي جهوڪ وسائي آهي. جڏهن اسان شاھ عنايت کي گذارش ڪئي سي، تہ انهن کي اسان جي حوالي ڪيو وڃي، تہ شاھ عنايت اهو چئي اسان کي مُهت نہ ڏنو تہ اهي اچي سام پيا آهن. سامن تي سِرُ ڏبو آهي، سام نہ ڏبي آهي.‘ ميان يار محمّد، شاھ عنايت بابت پنهنجو پراڻو ڪينو ظاهر ڪندي تفصيل سان ٻڌايو.

اُتي ويٺلن مان جاگيردار نور محمّد پليجي بہ اندر جي باھ ڪڍي ورتي. ’نيچ نيچ ماڻهو جيڪي صدين کان اسان جي پيرن تي جهڪيا پيا هوندا هيا ۽ ڪنڌ مٿي ڪري هلڻ جي جرئت نہ ڪري سگهندا هيا، اڄ اهي شاھ عنايت جي اِن نعري تحت، زمين جي مالڪيءَ جو حق جتائي رهيا آهن.‘

’اسان کي تہ اها خبر هئي، تہ اهي فقير جيڪي الله الله جا نعرا هڻن ٿا. انهن جا ارادا خطرناڪ آهن. تڏهن تہ اسان انهن ميسڻن مٿان حملو ڪري ڪين جهنم رسيد ڪيو هيوسي. پر انهن جي دانهن تي دهلي دربار اسان کان وفاداري جي بدلي ۾ ڏنل زمينون کسي، انهن جي وارثن کي ڏئي ڇڏيون.‘ جاگيردار حمل جت پنهنجي پراڻي واردات کي حق بجانب ڄاڻائيندي شڪايتي انداز ۾ چيو:

## فراق جي منزل ــــ .31

'سائين نواب صاحب! خبر ناهي تہ اِن شيطاني نعري ۾ ڪهڙي ڪشش آهي. جو اسان جا مريد ۽ خادم بہ اوڏانهن ائين ڀڄن ٿا. جيئن بڪايل ڦر سُٽا ڳئون ڏانهن ڀڄندا آهن.'

'الله. اوهان کي دين ۽ دنيا ۾ سرخرو ڪندو جي اوهان اسان جي پيراڻي گادين کي بچائيندؤ.' سيد عبدلواسع بلڙيءَ واري پنهنجي ساڙ ۽ حسد جو اصل سبب بيان ڪندي چيو.

'نواب اعظم خان! جيتوڻيڪ شاهہ عنايت منهنجو سنڌيو آهي. پر پوءِ بہ مان سڀ لڳ لاڳاپا لاهي، شاه عنايت کي، اُن جي، اِن نئين فتني سميت هميشہ هميشہ جي لاءِ ختم ڪرڻ چاهيان ٿو.' ميان يار محمّد جي مريدِ خاص شهداد خان ٽالپر پنهنجي ٻروچڪي ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيو.

'اوهان سڀني جي ڳالهين مان ثابت آهي تہ شاهہ عنايت، مغل سلطنت جو ويري آهي ۽ توهان اسان جو گڏيل دشمن آهي. اِن ڪري اِن فتني کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري ناهي تہ دهلي دربار مان اجازت طلب ڪئي وڃي. انهيءَ لاءِ توهان ۽ اسان جون شاهديون ڪافي آهن. اِن ڪري اُٺو تہ هلي ميرانپور جهوڪ کي تيز گهوڙن ۽ بي نيام تلوارن جي حوالي ڪيون.' نواب اعظم خان آخري فيصلہ ڪن اعلان ڪندي چيو.

۽ پوءِ سڄو ڪٽ اُٿي، پيو.

جنگ جو آغاز ٿي چڪو هو. هڪ اهڙي صوفيءَ جي خلاف، جنهن جي نئين نعري، روايتي نظام جي حامين جي تن من ۾ آڳ لڳائي ڇڏي هئي. ميران پور جهوڪ جي چوطرف مغلن، پيرن، جاگيردارن ۽ نائبن جي فوجن گهيرو وجهي ڇڏيو هو. شاهہ عنايت جي اِنهيءَ اعلان تحت، تہ دفاع ڪرڻ هر ساهواري جو حق آهي. ميران پور جهوڪ جي فقيرن ۽ فدائين شهر جي اتر کان هڪ وڏي دفاعي ديوار تيار ڪري ورتي هئي ۽ باقي ٽن پاسن کان خندقون کوٽي، جنگ احزاب وارو نقشو چٽي ڇڏيو هو.

هڪ طرف تيز تلوارن، ڍالن، تفنگ ۽ زره بڪتر سان ليس فوجن جا حملا هيا تہ ٻيءَ طرف گيڙو پوشاڪ پهريل لشڪر، جن جي هٿن ۾ لٺيون، لوڙهيون ۽ ڪاٺ جون تلوارن هيون. سي سر بچاءُ ڪري رهيا هيا.

هڪ طرف 'ماريو نہ ڇڏيو!' جا آواز ۽ هُوڪرا هيا، تہ ٻيءَ طرف 'الله! الله!' جا نعرا مد مقابل هيا.

# فراق جي منزل ــــ32

سچا سارا چار مهينا گذري ويا. سرڪاري لشڪر ۽ اُن جا اتحادي حوصلا هارائي ويٺا. ميران پور جهوڪ جي ڏکڻ طرف نواب اعظم خان ۽ يار محمّد ڪلهوڙي جي لڳل تنبن ۽ طولانن ۾ اُها گرمجوشي نہ رهي هئي. اتر جي اوت سندن هٿ پير ٺارڻ لڳي، فتح جو جنون پارو ٿيڻ لڳو. لشڪر ۾ بي چيني ۽ اضطراب وڌندو پئي ويو. شاهہ عنايت جي فقيرن جي صبر ۽ استقلال ۾ اضافو ٿيندو پئي ويو.

چار مهينا اڳ شهداد خان ٽالپر، جنهن ايڏي وڏي لشڪر کي ميدان ۾ ڏسي شهپرن تي هٿ ڦيريندي هام هنئي هئي، تہ ميران پور جهوڪ کي فتح ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن بہ وڏو آهي، سو پيشماني وچان لوٽا هڻي رهيو هيو. خيمي ۾ نواب اعظم خان ڪنهن زخمي نانگ وانگر وٽ پئي کاڌا. ميان يار محمّد تسبيح سوريندي ڪنهن اونهي خيال ۾ غلطان هيو ۽ ڪيس سچي سنڌ جي نائبي واري حسرت خاڪ ۾ ملندي نظر پئي آئي. اوچتو هن جي اکين ۾ هڪ عجيب قسم جي چمڪ ۽ چپن تي مرڪ نروار ٿي. نواب اعظم سندس چهرو پڙهندي هڪدم پڇيو:

’ميان صاحب ذلت آميز شڪست کي، فتح ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪا ترڪيب ذهن ۾ آئي اٿوَ ڇا؟‘

’ها، هڪ زماني شناس شخص جي چوٽي ياد آئي آهي!‘ ميان صاحب وراڻيو.

’مهرباني ڪري جلدي ٻڌايو تہ اڻ تڻ ختم ٿئي!‘ نواب اعظم خان پنهنجي فڪرمندي ظاهر ڪندي چيو.

’ڪيڏ ڪبي تہ ڪٿي ڪائبو ـــ نہ تہ سؤ سور پرائبا.‘ ميان يار محمد مشڪندي ٻڌايو.

’تہ پوءِ پير و مرشد، جلدي ڪيو اُن ڪيڏ کان واقف ڪيو.‘ شهداد خان ٽالپر، ميان صاحب کي هٿ ٻڌي عرض ڪيو.

ميان يار محمّد، جڏهن اُن ڪيڏ کان سڀن کي واقف ڪيو تہ هيڊ هاريل چهرا، گلاب جيان ٽڙي پيا ـــــ

اُن ڪيڏ تحت شهداد خان ٽالپر، ماٺتيءَ جي حوالي سان ٽياڪڙي جي پڳ ٻڌي ـ ميان يار محمّد قرآن شريف تي الحمد وارو قسم لکي، صلح ۽ امن واري آڇ ڪئي ـ نواب اعظم خان ڏاڙهيءَ جا وار موڪلي، امن ۽ سلامتي واري آڇ تان نہ ڦرڻ جو اقرار ڪيو.

# فراق جي منزل ـــ33.

جڏهن اهو پيغام شهداد خان ٽالپر کڻي شاهه عنايت وٽ پهتو ۽ چيائين:
’فقير سائين، نواب اعظم خان چيو آهي تہ هاڻي اوهان ۽ اسان جي وچ ۾ خير آهي، اوهان فقط مون وٽ اچو!‘

شاهه عنايت پنهنجي فقيرن ڏانهن منهن ڪري پڇيو ’اوهان جي ڇا راءِ آهي؟‘

سندس ڀاءُ شاهه رحمت الله ۽ ڀائٽي محمّد يوسف وراڻيو: ’هادي مرشد! اسان جو صرف ايترو عرض آهي تہ اِن خير ۾ ڪو شرُ لڪيل نہ هجي، اِن ڪري احتياط ضروري آهي.‘

پر شاهه عنايت اهو چئي وچڙ جو فيصلو ڪيو تہ ’صوفي امن ۽ آشتيءَ جو پروانو آهي. اِن ڪري صلح ۽ امن واري سڏ کي پٺي ڏيڻ، پنهنجي ئي نظريي جي نفي آهي.‘

۽ پوءِ جڏهن شهداد خان ٽالپر سان گڏجي، نواب اعظم خان جي خيمي ۾ پهتا تہ وينلن جي چهري تي شيطاني مُرڪ ترندي ڏٺائين.

نواب اعظم خان، شاهه عنايت کي ٺٺول واري انداز ۾ چيو ’صوفي فقير کي شايد اها خبر ئي نہ پئي تہ اسان اُن کي، هتي ڇو گهرايو آهي؟‘

’ها اسان کي خبر آهي تہ اوهان اسان کي هتي قتل ڪرڻ لاءِ گهرايو آهي.‘ شاهه عنايت صبر ۽ اطمينان وچان وراڻيو.

’۽ پوءِ بہ توهان هليا آيئوا؟‘ ميان يار محمّد، طنزيہ ٽهڪ ڏيندي سوال ڪيو.

’ها. اِنهيءَ ڪري جو سياڻي ڪو مياري نہ ڪري تہ صوفي،صلح ۽ سلامتي کي پٺي ڏيڻ وارن منجهان آهن يا ائين چيو وڃي تہ فساد في سبيل الله جا قائل آهن.‘

’تہ پوءِ اهو نعرو ڇا هيو. جنهن سڄي سنڌ ۾ فساد پئي ڦهلايو؟‘

نواب اعظم خان ترش انداز ۾ سوال ڪيو ۽ وينلن ڪنڌ ڌوڻي جڙ داد پئي ڏنو.

’اهو آفاقي سچ هيو ۽ آهي. جنهن جو مون اظهار ڪيو آهي.‘

’تو تہ هڪ عام ماڻهوءَ کي اهو نعرو ڏئي، دهليءَ جي عظيم الشان سلطنت جي خلاف پئي ڪيو ۽ انهن نائبن ۽ جاگيردارن جي خلاف پئي

# فراق جي منزل ـــ34

پڙڪايو جيڪي دهلي سلطنت جا ڏن پرو آهن؟' نواب اعظم خان جرح جاري رکندي چيو.

'دهلي جي سلطنت ۽ سلطان اڇٽا ويڇٽا آهن. مون تہ ماڻهن کي اُنهيءَ سلطان جي تابع پئي ڪيو جيڪو لازوال ۽ بي مثال آهي. ۽ اهو نعرو بہ اُنهيءَ جو ڏنل آهي. مون صرف ورجايو آهي.'

'تنهنجي اِن فسادي نعري جو ڇا ٿيندو، جڏهن تون قتل ٿي ويندين؟' نواب اعظم خان ڏند پڪوڙيندي پڇيو.

'سچ سؤَ شڪليون بدلائي پيو ظاهر ٿيندو آهي. اِهو نعرو پيو نروار ٿيندو،' شاهہ عنايت مشڪندي وراڻيو.

'جي تون پنهنجي نعري تان دستبردار ٿي، معافي وٺي سنڌ مان نڪري وڃين تہ تنهنجي جان بخشي ڪرائي سگهجي ٿي.' ميان يار محمّد کيس سمجهائيندي چيو.

'انهيءَ ذلت آميز انداز کي قبول ڪري، پنهنجي جان بچايان. اهو فقيري ڪُرِ کي لڄائڻ برابر آهي. اها منهنجي خواهش آهي تہ مان ڪُرِ اجارو ٿي مران.' شاهہ عنايت شوقِ شهادت ڏيکاريندي چيو.

'سياڻي، تنهنجي اها خواهش ضرور پوري ٿيندي، توسان گڏ تنهنجو اُهو نعرو بہ هميشہ هميشہ لاءِ ختم ٿي ويندو ۽ عظيم الشان مغل سلطنت ۽ سندس نائب تاقيامت، قائم ۽ دائم رهندا.' نواب اعظم خان جوش وچان وراڻيو ۽ پوءِ فوجي منصب دارن ڏانهن مُنهن ڪندي حڪم ڏنائين: 'مقتل گاهہ تيار ڪيو وڃي!'

ٻئي ڏينهن تي ميران پور جهوڪ جي پِڙ ۾ مقتل گاهہ سجايو ويو.

16 صفر 1130 هہ تي، صبح جو شاهہ عنايت جو سِرُ ڌڙ کان ڌار ٿي نيزي تي چڙهيو. جهوڪ جي گسن تان ڦرندي، ٺٽي جي بازارين کان ٿيندو دهليءَ جي دربار تائين وڃي پهتو.

پر تاريخ ايئن رقم ٿي تہ دهليءَ جي سلطنت پرزا پرزا ٿي وئي ۽ سندس ڏن پرو نائب، صفحہ هستيءَ تان هميشہ لاءِ متجي ويا. پر شاهہ عنايت جو نعرو، 'جو کيڙي سو کائي' سُرخ لباس پهري سنڌي دنيا ۾ ڦهلجي ويو.

# فراق جي منزل ـــ .35

# بودلي جي ڏاچي

’هن شهر جي مٿان منهنجو روح ڇو ڄڳن کان اٽڪيل آهي؟‘

اهو سوال هر گذرندڙ مون کان ڪندو آهي. خبر ناهي تہ مون کي ڇو يقين آهي، تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن مون کي بہ سڏيو ويندو سرخرو ٿيڻ لاءِ. جيئن ”بودلي سائين“ کي سڏيو ويو هو. مون سان بہ هڪ ڏينهن انصاف ضرور ٿيندو پر ڪڏهن؟ نااميدي منهنجي روح جي اندر واسو ڪري ويندي آهي ۽ مان بي چينيءَ منجهان تڙپندي رهندي آهيان ۽ سوچيندي رهندي آهيان تہ ڇا مان وسري ويس انهن کان، جن جي رفاقت جي ناتي رات جي اونداهي ۾ ڪٿو ويو هو مون کي......؟

ڪڏهن ڪڏهن مون کي پنهنجي وجود تي بہ شڪ ٿيڻ لڳندو آهي، تہ آهيان ڪي نہ.....؟

انهيءَ ’هئڻ‘ ۽ ’نہ هئڻ‘ جي ڪشمڪش ۾ ڪڏهن اهڙي ڦاسي پوندي آهيان، جيئن مک ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسي پوي ۽ ڦٿڪي. ليڪن اها تشبيهہ بہ ناڪافي آهي، بس ان حالت کي اهائي سمجهي سگهي ٿي، جيڪا مون جيئن سخت پيڙا منجهان گذري هجي. سچ پڇ تہ مون کي پنهنجي ڪسجڻ جو ايترو ارمان ڪونهي، جيترو وسارڻ جو آهي. جي مان ڪسجي ويس تہ صدقي ٿيس انهن تان جن جي هڪ هڪ قدم کي پوڻ ’بسم الله!‘ چئي پيرن کي اکين تي رکندي هئي.

مان تہ اها موڳي آهيان، جنهن کي اڃا تائين اهو بہ معلوم ناهي تہ ڪهڙو الزام ڏئي ڪٺو ويو هو؟ بودلي سائين کي تہ اها ملامت ڏئي ڪٺو ويو هو تہ هو قلعي جي ڏاکڻي دريءَ جي سامهون وچي ويهندو هو. جتي راجا چرپٽ جي ڌيءَ ’جيسر پُٽري‘ هار سينگار ڪري اچي ويهندي هئي ۽ حيرت ۾ ڏسندي هئي تہ هي انگ پيوت شخص ڪنهن جي اچڻ جي منادي ڏئي رهيو آهي؟

جڏهن تہ ’سائين‘ جو نينهن نروار هو. پنهنجي مرشد سان ـــ ڳوپ ڳنڍيين وارن زلفن مان لٽڪندڙ چوٽي ساکي هئي ان عهد وفا جي، جيڪو هن شهر آشوب ۾ ببانگ دُهل ڪيو هو. سندس چيلهہ سان ٻڌل ڪمربند، خلق جي خدمت جو عزم هو. مخبرن کي خبر هئي تہ ٻانهن ۽ پيرن ۾ پيل

# فراق جي منزل ـــ36.

ڪڙن جا ڇڻڪات، وک وک جي جدوجهد جي منادي آهن. درٻارين ۽ راجا کي پتو هو تہ ريتانهين لال ڪفني اعلان هئي، ان انقلاب جو جيڪو شهر جي ماڻهن جي دلين ۾ طوفان برپا ڪرڻ وارو آهي.

پوءِ 'سائين' کي سڏايو ويو هو دربار شاهي ۾ ڏوڪي سان ـ ڪيس ڪنيي هنود ڪاسائي جي حوالي ڪيو ويو هو. جيڪو بي رحمي ۽ سفاڪي جي ڪري سڄي شهر ۾ مشهور هو.

سائين ٽڪرا ٽڪرا ٿي ورهائجي ويو هو. شهر جي ماس خورن ۾ـ ڪجهہ حصا قلعي جي انهي ڪاهي ۾ اڇلايا ويا تہ پل ماهہ ڳجهن جو ٿئي.

جڏهن مستن جو مست، تمام رندن جو پيشوا، شهر ۾ وارد ٿيو تہ ان انقلابي کي غير حاضر ڏٺائين، جنهن کان سواءِ طريقت جي تلقين ممڪن نہ هئي.

پوءِ جڏهن صداءِ قلندر فضا ۾ گونجي، تہ اها صدا ڌرتيءَ کان پاتال ۽ پاتال کان ٿيندي اُپن تائين پهتي. ان صدا جي طفيل منهنجو سائين ذرو ذرو ٿي مڪمل ٿيو. دنيا ڏنو تہ ڪيئن ٿيندو آهي، نامڪمل، مڪمل، ۽ناممڪن، ممڪن. پر مان ......!؟ مان تہ هڪ گنجي گري ڏاچي، جنهن جي ڪا بہ ڪل سڌي ڪونہ. بد وضع بي ڍنگي. پري کان ڇٽ ڪنيو وڃي ـ نڪ جي سڌائيءَ ۾ هلندڙ ادنيٰ ڪارڪن، ڪيڙ ۽ لاٽي تي گذارو ڪرڻ واري، ڇا مان اها سڏ ڪري سگهان ٿي؟

پر اها سڏ مون کي سيڪاري بہ تہ 'انهن' هئي تہ سوار ۽ ڏاچي ۾ ڪو فرق ڪونهي. هر 'جيءَ' ۾ هُو وسي ٿو. بس فرق آهي تہ ڪردار ۽ عمل جو.

جيتوڻيڪ سيوهڻ جون ڳليون پُر پيچ ۽ نانگ وڪڙ هيون ۽ ماڻهو وچڙيل ۽ الجهيل. پر مان طريقت جي راهہ تي صدق سان پئي هليس، جيئن چيو ويو هو تيئن پئي ڪيو. پنهنجي نفس کي ڪافر ۽ پيرن کي مسافر سمجهيو.

منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ٽلين گهنٽيءَ گهنٽيءَ ۾ فنا ۽ بقا جي وهنوار جون صدائون پئي ڏنيون، تن کي خبر هئي تہ سودو سستو آهي ۽ جن نہ سمجهيو تن لاءِ رونشو بڻيس، جيڪو ڪجهہ مليو تہ ڪڏهن ڪنڌ ورائي نہ ڏٺو تہ ڇا وڌل هو زنبيل ۾؟

جڏهن شهر مان فقيرن لاءِ ونڊ وٺي موٽندي هيس تہ منهنجي لاءِ سندن زبان مان نڪتل بہ ٻول بہ مون کي هئڻ جو احساس ڏياريندا ها. تہ مان بہ ڪا لُڏڻ آهيان.منهنجي بہ ڪا اهميت آهي. پوءِ مان ڪٽي گري گنجي ڏاچي ٿي سمي.

# فراق جي منزل ـــ37.

مون تہ ڪڏهن، اهو بہ نہ سوچيو هو تہ فقيري مقام ۾ منهنجو مقام ڪهڙو آهي. جڏهن مون کي چيو ويو هو تہ مون کي 'مقام فڪر' عطا ٿيو آهي تہ ان ڏينهن کان وٺي فڪرمندي وڌي وئي هئي.

هلندي ڦرندي اهي خيال اوليندي رهيس تہ ڪيئن طئہ ٿيندي اها اڳتي جي اٽانگي منزل؟؟ ايئن ئي هڪ شام پنهنجي فقيري خيال ۾ مگن هڪ ڳليءَ جي موڙ تان پئي گذريس تہ هڪ هٿ اوچتو مهار ۾ پئجي ويو ۽ پوءِ اهو هٿ مون کي تڪليف ڏيندڙ انداز ۾ ڇڪڻ لڳو.

'هي ڪير آهن؟' مون خيالن مان نڪرندي سوچيو هو.

اُفُ! نہ وسرندي اها شام. جنهن شام تي شهر مٿان ڌوڙ جو طوفان اُٿيو هو. پوءِ آهستي آهستي دز ڪنهن لعنت جيان وسڻ لڳي هئي شهر مٿان. شهر جي ڪجھہ ابوجھہ ماڻهن ائين بہ چيو هو تہ هن شهر ۾ ڪو گُنياءُ ٿيو آهي يا ٿيڻ وارو آهي. ان ڏينهن تي شهر مٿان تاريڪي جي چادر جلد تاڻجي وئي هئي.

ڏيئن جي جهڪي روشني ۾ ماڻهو پنهنجن پاڇن جا پاڇا پئي لڳا. جنهن شخص جو هٿ مون کي ڇڪي رهيو هو سو هڪڙو نہ هو. پر ڪيترا پاڇا پنيان پيل ها. جيڪي سختي سان هڪلي رهيا هيا مون کي. مون سوچيو هو شايد اجنبي هوندا. زنبيل مان لوڪان لڪائي ڪجھہ ڪڍي ڪائيندا ۽ پوءِ پنهنجي راهہ وٺندا. مان انهن جي سادگيءَ تي حيران هيس. پلا انهن کي ڪهڙي خبر تہ مان ڪنهن جي ڏاچي آهيان. تاريڪ رات جو سانوڻيءَ ۾ درياهہ جا ڌڌڪا صاف ٻڌڻ ۾ پئي آيا. اترـ اولهہ ڪنڌ ۾ راجا ڇرپٽ جو قلعو ڪنهن پوائتي پوت جي پاڇي جيان اُبو بيٺو هو. مون کي اندازو هيو تہ هو مون کي شهر جي اترئين طرف ڪڍي آيا آهن.

پوءِ ڪنهن تحڪمانہ انداز ۾ چيو 'جلدي ڪيو!'

انهن مان هڪ شخص زنبيل لاهي هڪ پاسي ڪري رکي تہ مون اکيون بند ڪري ڇڏيون هيون. تہ پرده پوشيءَ جو مقام آهي. ضرورتمند کي چور ناهي ڇئبو. پوءِ مٿان پڇاڻو ٿئي، تہ تو هي ڇا ڪيو؟؟

منهنجي حيرت جي حد نہ رهي، جڏهن انهن منهنجي ڳچيءَ مان تليون لاهي هيٺ سٽڻ شروع ڪري ڏنيون. 'انهن گهنڊڻين مان تہ وحدت جون صدائون اينديون آهن. انهن کان ايڏي نفرت ڇو....؟' مون کي سندن

# فراق جي منزل ـــ 38.

نيتن تي شڪ ٿيڻ لڳو. پوءِ جڏهن انهن ڏڪا ڏئي هڪ پاسي زوري ليٽايو ته شڪ وڏڻ لڳو.

پڪ تڏهن ٿي جڏهن انهن پنهنجيون ڳوريون لتون منهنجي لمبي گردن مٿان رکيون. مون سمجهي ڇڏيو هو ته منڪرن منجهان آهن. پڪ سان 'هنود ڪاسائي' جي پونئيرن مان هوندا. جڏهن تارن جي جهيڻي روشنيءَ ۾ چمڪندڙ ڪتار نڪتي ۽ هڪ ڪنور دل تڪبيرون ڏيڻ شروع ڪيون ته منهنجون اکيون کليون ته هي ڇا....؟ هي ته ڪلمي گو آهن.

سندن غور سان جائزو وٺندي اهو به معلوم ٿي ويو هو ته ڪين ڍڳهيون ڍڳهيون ڪفنيون يا الفيون اوڍيل آهن. جيڪي سندن پيرن ۾ پئي وچڙيون ۽ اٽڪيون......

سوالن مٿان سوال پئي اٿيا ذهن ۾. ته هي ڪير آهن؟

لال ڪفنين وارا آهن يا سبز ڪفنين وارا....؟ سياهه ڪفنين وارا آهن يا ڪيسري ڪفنين وارا.....؟

دل دليل پئي ڊوڙيا. ته ڇا هي اُهي آهن. جن ڪي پنهنجي آنا ۽تڪبر جي خول ڪي ڀڃي نڪرڻو هو......؟ هوس جي دنيا ڪي زير ڪرڻو هو.....؟ هڪ يگ ڪي ٻي يگ سان محبت جي تار سان ٻڌڻو هو.....؟ تقدير ۾ لکيل اَياڳ ڪي، عشق جي آڳ سان ڀسم ڪرڻو هو ته جيئن سياڳ ۽ سک ڌرتي جو نصيب ٿئي. اياڳ ۽ ڏک ڏهاڳي ٿئي......؟؟؟؟

پوءِ به دل نه پئي ٻولايو ته اهي پنهنجا ٿي سگهن ٿا. جڏهن ان يقين ۽ بي يقيني واري ڪيفيت ۾ پئي لڇيس ته ڪتار جي ڌار گردن تي وهڻ لڳي هئي.

ان وقت مون 'بي قياسن' کان زندگيءَ جي خيرات گهرڻ بجاءِ قلعي مٿان رهندڙ قلندر جي پيامبر 'ڪنگ سوار نور شاهه' کي ٻاڏايو هو پر آواز قلعي جي ديوارن سان ٽڪرائجي موٽي آيو. شايد پيامبر پرڏيهه ويل هو. پوءِ مون 'بانڪي جمن شاهه جَتيءَ' کي عرض ڪيو پر هن نه ورنايو. گهڻو ڪري ته هو 'خواجه خضر' سان جهيڙي ۾ مصروف هو.

آخر ۾ مون پنهنجي سائين 'سڪندر بودلي' کي سڏڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪتار گردن جي ڪل ڪتي گوشت ۽ رڳن مان ٿيندي هيٺ لهي چڪي هئي. رت ٽيندييون ڪري نڙ گهٽ مان وهڻ لڳي هئي. گردن کي ٽن

# فراق جي منزل ـــ39.

هنڌن تان سيرون اڇي چڪيون هيون. پيرَ چڙيون هٽي چڪا ها ۽ جسم مان روح جڻ ڪنهن وونئڻ جي پڪل گوگڙون مان ڪپھ جيان اُڏامڻ لڳو. پوءِ منهنجو روح، پنهنجي جسم جو حشر اڻ چٽي نموني سان ڏسڻ لڳو. هنن پهريان مون کي بيدرديءَ سان ڪَليو. منهنجو گوشت ڦڙڪي رهيو هو. هنن سِري ڌار ڪئي. ڪوپراٽي پيجي ميڄالو ڪڍي هڪ پاسي رکيو. پوءِ انهن وڏي بي نيازيءَ سان پيٽ چاڪ ڪري، اوجھ ڪڍي درياھ داخل ڪيو. دل، جيرا، ڦڦڙ، بڪيون، پورو وکر ڪڍي پاسي رکيو.

هاڻ هو ڪفني پوش گهٽ، ماهر ڪاسائي وڏيڪ لڳي رهيا ها. هنن رانون، ڪمر، پاسراٽيون، ڪنڌو اهڙي نموني سان ڪٽيو جو هر شيءِ تيرنهن پٽين ۾ ورهائجي وئي. هر ڪو حصي رسي پنهنجو پنهنجو حصو هڙن ۾ ٻڌي مٿي تي رکي، اونداهيءَ جو فائدو وٺي شهر جي سنهين گهٽين ۾ گم ٿي ويو هو. مون چاهيو پئي تہ منهنجو روح انهن جو پيڇو ڪري، پر مان پِرِوَس هيس. بس هوا جي دوش تي هر هيٺ هر مٿي ٿيڻ لڳس. مان ان رات اهو منظر نہ پسي سگهيس، تہ مون کي ڪنهن ڪاڏو يا اوڳاڇيو هو. البت آڏيءَ جو ڪٽين اوڳراين جا آواز ۽ بوءِ سانت جو سينو چيري فضا ۾ پکڙجي ويا ها، جنهن ۾ اوسني اوسني ڏپ منهنجي گوشت جي هئڻ جي سلطاني گواهي ڏئي رهي هئي.

صبح جو مون هرگز اهو ڏسڻ نہ پئي گهريو تہ منهنجو گوشت جو ڪفني پهريلن جي ڪرفتي ۾ تبديل ٿي ويو هو سو ڪٿي ڪٿي پيو آهي؟ بس جي اُلڪو هيو تہ خبر گيرن ٻہ ڪا خبرچار ورتي هئي يا نہ ـــــ؟ ۽ منهنجي وڃائجي وڃڻ تي غمزده هيا ڪي نہ ....؟ جڏهن منهنجو روح لڏندو لمندو فقيرن جي دائري مٿان اچي بيٺو جسماني ڪن هجن ها تہ اعتبار نہ ڪيان ها. ليڪن روح انهن ويٺن کي ڪيئن وسارينڌو جي اندر ۾ پيهجي ويا ها.

هڪ پئي چيو 'جانور آ، جانور تي ڪهڙو اعتبار ڪجي؟'

ٻي چيو پئي، 'ڪشالن کان تنگ اچي، جهنگ منهن ڪيو هوندائين.'

ٽين پئي چيو 'مٿان ڪو تازو گاھ ڏيکاري پنيلائي ويو هجيس.'

جي مون وٽ ڳوڙها هجن ها تہ ڪنهن پريل ڪڪريءَ جيان وسي پوان ها. پوءِ 'تڪيي' تي منهنجو روح سائين جي مٿان اچي بيٺو هو. هو

# فراق جي منزل ــــ 40.

ڪنهن ڪومايل گل جيان ڪنڌ نمايون ويٺو هو. جڏهن پريشاني وچان اُٿي هلڻ لڳو هو ته چڻ ڪڙن ۾ ڪولابن به درد جون دانهون پئي ڪيون. مون کي يقين ٿيڻ لڳو هو ته داد ٿيندو بي دادي نگري ۾.

سائين جيئڻ ئي ٿڪل قدمن سان بارگاه قلندر ۾ پهتو هو ته محرم راز نظر سندس غم سڃاڻي ورتو هو.

پوءِ قلندري حڪم ٿيو هو:

’چوڏنهن ئي ڪافين جو فقراءُ حاضر ٿئي؟‘

بغير ڪنهن قيل و قال جي مڙوئي حاضر ٿيا ها، مرشد جي بارگاه ۾. لالن جي لال جو پروقار آواز بلند ٿيو. سوال جي صورت ۾:

’بودلي جي ڏاچي ڪهي ڪنهن ڪاڏي؟‘

فقراءَ جن جا ڪنڌ انڪساري ۽ شرمساري جي ڪري جهڪيل ها. سي صرف ايترو عرض ڪري سگهيا ها:

’ڪبريا ....! شريعت ڏاچي حلال ڪئي آهي.‘

قلندر ڪبريا پُرجوش لهجي ۾ فرمايو:

’بي شڪ، شريعت ڏاچي حلال ڪئي آهي. ليڪن، جيستائين بودلو معاف نه ڪري، طريقت وارن جي اها حجت حرام ليکبي.‘

مڙني ڪافين جي حال محرم ۽ همرازن جون اکيون مصلحت لاءِ منهنجي سائين ڏانهن کڄي ويون هيون.

ان وقت مون تڙپندي سوچيو ته هاڻي سُرخرو ٿيڻ جي گهڙي آئي آهي. جن شريعت جو سهارو وٺي شب خون هنيو هو سي خوار ٿيندا ۽ پنهنجي ڪئي جي سزا ڀوڳيندا. پوءِ مون کي به ائين سڏيو ويندو جيئن سائين کي سڏيو ويو هو. جسم جيڪو موت جو مشاهدو ڪري چڪو آهي، سو زندگيءَ جو مشاهدو ماڻيندو. ذرو ذرو ٿي ورهايل ادنيٰ ڪارڪن، تڪميل جا مرحلا طئي ڪندي، ناممڪن ممڪن بڻبو ۽ دنيا ڏسندي. ليڪن سائين بودلي جو منهن مُونن ۾ رهيو... استغراق وڌندو ويو. هر ڏِسا گونگي خاموشي ٿي وئي — وقت هڪ يگ کان بي يگ ڏانهن تيزيءَ سان ڀوڙندو رهيو.....

ڀمان!؟

مان آهيان، جا اڃا تائين مڪمل ٿيڻ جي آرزو ۾ تڙپان پئي.

# فراق جي منزل ـــ .41

## سوري آهہ سينگار

عجيب رنگ هو اُن رات 6 جمادالاول جو چنڊ مصري ڪٽار جيان، لاڙڪاڻي جي پِر ۾ ابڙا ڳوٺ جي تڪيي مٿان چمڪي رهيو هو. تارن جي جهيڻي روشني ۾ بظاهر ويٺل ماڻهو چِپاتا پئي لڳا. فضا ۾ سر ڪلياڻ جا بيت پر سوز انداز ۾ پئي گونجيا. تمر فقير جي سرواڻي ۾، راڳي فقيرن، دنبورن جي تارن کي ڇيڙيندي، پرتاثير آلاپن سان ويٺلن کي وحدت جي وادي پئي گهمائي. سندن سامهون مرشد لطيف منهن مُونن ۾ هٽي، سُڪوت ۽ صبر جي صورت لڳو ويٺو هو. مريدن، مرشد جي اڳواڻي ۾ زمان ۽ مڪان کي اورانگهي، اُهي اُهي نظارا پئي پسيا، جنهن جي جيتري پهچ ۽ سگهہ هئي.

تمر فقير جڏهن اِن بيت جي ڏِس ڪئي ۽ پِر ۾ ويٺل فقير سيد نقي، پنهنجي منڙي آواز ۾ ورجائي آلاپيو:

’سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون
وڃڻ تن پئو نالو نينهن ڳنهن جي‘

تہ ويٺل ماڻهن کان ڊُرڙيون نڪري ويون. هرڪو نينهن وندن جي انهيءَ عجيب انداز واري ڪانڊ تي حيران هو. اجا انهيءَ حيرانگيءَ ۾ هئا تہ تمر فقير سُراٽنو سڏ وجهي ’وا! وا‘ ڪندي ٻيو بيت پڙهيو:

سُوريءَ سڏ ڪري، اُيي عاشقن کي،
آتيئي سڏ سَڪڻ ۾، تہ ڪهہ ۾ پيير پري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتڻو.

تہ ويٺلن کي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي تہ عشق جي اوکي راهہ ۾ سرَ جي سودي کان سواءِ ٻيو چارو ڪونهي.

تمر فقير . هٿ دنبوري جي تاري تي هڻندي ڪلياڻ جو جڏهن اِهو بيت ست ست ڪري پڙهيو تہ،

’سوريءَ مٿي سيڙ، ڪهڙي ليکي سنرا،
جيڏانهن لڳا نيڻ، تہ سوريائي سيج ٿي‘

تہ سين کي اِها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي تہ عشق جي اُتانهين منزل تي رسندي، سوري بہ سيج بڻجي ويندي آهي. راڳي فقيرن جو آواز جيئن پوءِ

# فراق جي منزل ـــ.42

تيئن ڪُلندو ۽ اندر منجهه پيهبو پئي ويو. عشق جي اؤکي منزل وارو سبق اُن وقت چٽو ٿي ويو. جڏهن عاشقن جي اصلي ڪم واري وضاحت اِن بيت مان ٿي:

’سُوريءَ چڙهڻ، سيج پسڻ، اي ڪم عاشقن
اوءِ پانهون ڪين پسن، مُڙڻ موٽڻ ميهڻون‘

وجداني ڪيفيت ۾ ايندي، فقيرن جڏهن عاشقن جي بردباري ۽ گنڀيرتا بابت، پير تي ڏونڪي مثل بيت کي پنهنجي الستي آوازن ۾ اُتاريو ته:

’سُوري آهه سينگار، اصل عاشقن جو
لُڏيا ڪين لطيف چئي، ٿيا نظاري نروار
ڪُسڻ جو قرار، اصل عاشقن سين‘

اِن بيت جي ٻڌڻ ڪانپوءِ مرشد لطيف آهستگيءَ سان منهن مُونن مان ڪڍيو ۽ ٿڌو ساهه ڀريندي فرمايو:

’سبحان الله! ايندڙ وقت جي هڪ اهڙي عاشق جو نظارو ٿي ويو....‘

اهو ٻڌي، ڪافي مريد حيرانگي ۽ تجسس جي تصوير بڻجي ويا. راڳائي فقيرن هڪدم وقفو ڪندي، سواليه نگاهن سان مرشد کي ڏٺو. چڻ سندن اندر ۾ اِن راز جي آگاهي لاءِ آنڌ مانڌ مچي وئي. نيٺ تڪيي جي هڪ ڀاريدار فقير، جانب ڪوڪر کان رهيو نه ٿيو. هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪري ويٺو:

’سرڪار اسان کي به آگاهي ملي، ته مالڪن ڪهڙو نظارو پسيو؟‘

’هڪ اهڙو عاشق، جيڪو هن رات، هن وقت سوريءَ کي سينگار سمجهي چڙهندو ۽ اسان جي ان بيت جي گواهي بڻبو.‘ مرشد لطيف ڌيرج سان وراڻيو.

’هادي مرشد، اُهو ڪير هوندو؟‘ ويٺل فقيرن مان، سائين جي ’چنگل گهوڙيءَ‘ جي خدمتگار فقير احمد سمي هٿ جوڙي عرض ڪيو.

’اهو اوهان کي، هن تڪيي جو وڏو فقير حاجي خان ڪماريو ٻڌائيندو. جيڪو اسان سان اِن نظاري ۾ ساڻ هيو.‘ مرشد لطيف، حاجي خان ڏانهن ڏسندي وراڻيو.

سڀ سواليه نگاهون، حاجي خان ڪمارئي طرف کڄي ويون. حاجي خان ڪمارئي ، مرشد جو حڪم اکين تي رکيو ۽ ٻڌائڻ لڳو:

# فراق جي منزل ـــ43.

’ 1399هہ 6 جمادالاول جي رات هوندي ۽ چيٽ جي 22 تاريخ ـ آڌيءَ جو نازن سان پليل ۽ ڪجھہ ڪچاين ڦڪاين سان سلهاڙيل، هڪ انسان، ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ آرامي هوندو. بي ساڳاهہ ۽ بي قياس ماڻهن جي ننڊ ڦٽل هوندي. هو سوريءَ کي سينگارڻ ۾ مشغول هوندا ۽ حيرت زده هوندا. اِن جي انداز تي ..... هو چاهيندا تہ ان جو هميشہ هميشہ لاءِ انت آڻي ڇڏين ڇو تہ سندس وڏي ۾ وڏو ڏوهہ اِهو هوندو تہ هن وقت جي ناحق وند ۽ ناگرنٽ ماڻهن سان مهاڏو اٽڪايو هوندو ـــ جيڪي وحشت، دهشت ۽ منافقي جا مثال هوندا.

وقت جا ويڪائو منصف، سندس اِنهيءَ انداز تي کيس ڌمڪائيندا ۽ چوندا تہ هو آڻ مڃي. پر هو راج راهو ۽ رتول مڙس سيني تي هٿ هڻي چوندو تہ مان اوهان جي هٿان تہ مرڻ چاهيان ٿو پر تاريخ جو موت قبول نہ ڪندس.

جڏهن هُو پرُياتو ۽ پاونگ، اگهور ننڊ ۾ ستل هوندو تہ هو وقت کان اڳ، آڏيءَ جو کيس اُٿاريندا. هُو نريٺ انسان آرام سان اُٿندو. وهنجي سهنجي تيار ٿيندو. بي ڌڙڪ تي سُوريءَ طرف وڌندو جلاد کي چوندو تہ سندس هٿ نہ ٻڌا وڃن ۽ نہ ئي کيس منهن تي ڪارو ٽوپ پهرايو وڃي. ڇو تہ هو سينگاريل سوريءَ کي ڳلي جو هار ڪري پائڻ گهري ٿو. پر جلاد نہ مڙندو. هو کيس ڪارو ٽوپ پهرائي، هٿ پٺيان ٻڌي ڦاهي چاڙهيندو. هو ڳچل وقت تائين ڦاسيءَ جي ڦندي تي جهولندو رهندو. ايستائين جيستائين قفس جو پکي پر هڻي اُڏامي نہ وڃي......

سندس لاش کي سوريءَ تان لاهي، سپاهہ جي پهري ۾ دفنائي مشهور ڪيو ويندو تہ هُو وڏو ڏوهي آهي. پر دنيا جا سيئي ساڃاهہ وند ۽ سُمانا ماڻهو گواهي ڏئي چوندا، تہ هو گل وانگر بي ڏوهي آهي.‘

’حاجي خان، اِهو آڙينگ عاشق ڪهڙي ذات ذمات وارو هوندو؟‘ وڏيري سردار خان ڪمارئي ڪائنس تجسس وچان پڇيو.

’ادا، ذات ناهي ذات تي، جيڪو وهي سو لهي. اِهو اسان جي ئي تر جو عاشق هوندو.‘ وڏي فقير حاجي خان وراڻيو.

’سبحان الله! ـ اهڙي سُوريءَ جي سينگار عاشق کي اسان جو سلام آهي.‘ وڏيري سردار خان عزت ۽ احترام وچاِن وراڻيو.

راڳي فقيرن جڏهن مرشد لطيف، کيِ منهن مُونن ۾ هٽندي ڏٺو تہ دنبورن جي تندن کي وري ڇيڙي ڇڏيائون ـ تمر فقير جڏهن ڏِس ڪئي تہ

# فراق جي منزل ـــ.44

پنيان هاشم فقير ۽ عرس ساند سُر جهلائيندي ورجايو. تہ هڪ نئون بيت نروار ٿي نڪتو:

’سوري سينگاري، اُپي عاشقن کي
لُڏيا ڪين لطيف چئي، ٿيا نيزي نظاري
ڪوٺيو ڪناري، آٽيو چاڙهيو اُن کي.

بيت جي اِنهيءَ ورلاپ ڪانپوءِ، تڪئي تي ويٺل مريدن ايئن محسوس ڪيو. ڄڻ مرشد جي ان بيت زمان ۽ مڪان کي اورانگهي، اُن عاشق کي هميشہ هميشہ لاءِ پار پهچائي ڇڏيو.

## فراق جي منزل ــــ45.

# قيامت جو غم

پوريءَ ريت اهو پتو نہ پئجي سگهيو تہ اها ڳالهہ ڪنهن هُلائي هئي. تہ تن ڏهاڙن کان پوءِ قيامت اچڻي آهي. ڪن جو چوڻ هو تہ ڪو پهتل درويش هو جنهن شهر ۾ قيام ڪندي فرمايو هو. ڪن جو ٻڌائڻ هو تہ شهر جي ڪنهن گمنام مگر غيب جي علم ڄاڻيندڙ شخص اها ڳالهہ پنهنجي ويجهي کي ٻڌائي، پوءِ اها تلقين ڪئي هئي، تہ هو ٻي ڪنهن کي نہ ٻڌائي. ايئن پوءِ ٻي ٽين کي ۽ ٽين چوٿين کي راز فاش نہ ڪرڻ جي هدايت ڪري ڇڏي هئي. پهرين صبوح جو ماڻهن مذاق سمجهي، پر شام ٿيندي، شهر ۾ ڪجهہ اهڙا عجيب ۽ غريب واقعا ٿيا، جن ماڻهن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو. ان ڏينهن تي شهر ۾ عجيب الخلقت ٻار ڄاوا ۽ جانورن وري ٻچا ڄڻيا.

شام ٿيندي آسمان تي ڳاڙهسرو رائو ڇائنجي ويو ايئن پئي لڳو ڄڻ ڌرتي تي رهندڙ انسانن جا ڪرتوت ڏسي، آسمان شرم ۾ ٻڏي ويو هجي. هڪ عجيب قسم جي بي چين ڪندڙ گهٽ، فضا ۾ شامل ٿي وئي هئي.

سج لٿي مهل جڏهن زمين ڪجهہ سيڪنڊن لاءِ ڏڏي، ماڻهو خوف کائي ٻاهر نڪتا، تہ کين شڪ ٿيڻ لڳو. رات جي پيٽ ۾ "قيامت" بحث جو موضوع بڻجي وئي. پئي ڏينهن صبوح جو اوچتو واچوڙو آيو. جهڙ ٿيو، مينهن وسيو پر گرمي گهٽجڻ بجاءِ وڌي وئي. وڻ، گُهٽ ۾ پُوسٽ ڪري اوچتو ٽڪاءَ ڏيئي پئي ڪريا. ايئن پئي لڳو ڄڻ ابر رحمت بجاءِ ابر زحمت وسي ويو هو.

شهر جي ماڻهن کي اهو سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ اهم شخصيتن جي اچڻ کان سواءِ قيامت ڪيئن اچي رهي آهي؟

اوچتو شهر ۾ هل هنگامو ٿي ويو تہ جن ماڻهن کي ڪجهہ سال اڳ برگزيدهہ شخصيتن يا نبي هجڻ جي دعوي ڪرڻ تي پاڳل خاني يا جيل اُماڻيو ويو هو سي اُهي ئي هيا، جن کي اچي آخر ۾ قيامت جي تڏا ويڙهہ ڪرڻي هئي.

پاڳل خاني ۽ جيل جي دروازن تي ماڻهو ڪٺا ٿي ويا. ديدار جي آرزو ۾ لوهي دروازا پٽجڻ لڳا. جڏهن اهڙن دعويدارن کي ٻاهر ڪڍيو ويو تہ خبر پئي تہ اهڙا ٻہ ٻي نہ پر ڪيترائي ها. اندازو نہ پئي ٿي سگهيو تہ اصلي ۽ نقلي ڪير آهن؟

# فراق جي منزل ــــ46.

پوءِ بہ احترامن انهن کي وهنجاري سنهجاري، نوان وڳا ڍڪائي، لک عزتون ڏئي قيامت جي اچڻ جي باري ۾ پڇيو ويو تہ انهن بغير ڪنهن هٻڪ جي تصديق ڪري ڇڏي. جڏهن کين پنهنجي آخري ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو تہ انهن اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو تہ هاڻي ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿي سگهي جو وقت هٿن مان نڪري ويو آهي. کين قيامت جون آخري ۽ متبرڪ نشانيون سمجهندي شهر ۾ محلي وار پورن انگن ۾ ورهايو ويو، تہ جيئن ڪو احساس محرومي جو شڪار نہ ٿئي.

جڏهن شڪ جي گنجائش نہ رهي، تہ شهر جي حجمن پهريان سياڻپ جو ثبوت ڏنو سندن جماعت طرفان هڪدم اعلان ٿيو تہ اڳتي هُو ڪوڙ نہ هڻندا ۽ عاقبت سنوارڻ لاءِ وار سنوار مفت ۾ ڪندا. جڏهن انهن جيڪو چيو سو ڪري ڏيکاريو تہ سندن اهڙي ثابت قدمي کي پڻ شهر جي ماڻهن قيامت جو آثار ڳڻايو.

ايئن نہ هو تہ ڪو شهر جي انتظاميہ غائب هئي يا تنگ تنگ تي چاڙهي تماشو پئي ڏٺائين.انهيءَ بہ هنگامي بنيادن تي'قيامت ڏسٽي ڪاميٽي' تشڪيل ڏئي ورتي. جنهن ۾ شهر جا برک عالم، دانشور، مفڪر ۽ تاريخ نويس شامل ها. جن ويهي جڏهن قيامت جي اچڻ جون نشانيون ڳڻ ڪيون، تہ کين خبر پئي تہ اصولي طور قيامت کي بہ ٽي سال اڳ اچڻ گهربو هو.

جڏهن اها رپورٽ شام جي بانا ڦاڙ اخبارن ۾ شايع ٿي، تہ ماڻهن جي روين ۾ انقلابي تبديلي رونما ٿي وئي. سماجي ماحول يڪسر تبديل ٿي ويو.

سسن، ننهرن کي سڏي پنهنجا گهہ ڳنا لاهي ڏنا ۽ چيو آڪيو بخشرايو. موٽ ۾ ننهرن، سسن جا پير ڌوئي پيتا، هٿن سان گرهہ ناهي وات ۾ وڌا ۽ کين گذارش ڪئي تہ پٽن کي سمجهائي ڇڏن، تہ جنت ۾ ڪنهن بہ حور سان ڏيگهہ نہ ڪن.

اها رات بہ عجيب ۽ حيران ڪندڙ رات هئي. جڏهن معشوقن جي ننڊ ڦتل هئي ۽ عاشقن کونگهرا پئي هنيا. ڇو تہ قيامت جو ٻڌندي سنگدل معشوقن جون دليون ميڻ ٿي ويو هيون. انهن پنهنجي جورو جفا ۽ بي وفائي تي نظرثاني ڪندي، عاشقن ڏانهن پاڻ مرادو ٽيليفونون ڪيون يا در لنگهي ويا ۽ کين کلي عام وصل جي دعوت ڏئي ڇڏي. جيڪا عاشقن اهو چئي نڪرائي ڇڏي، تہ هاڻي عاشقي تان سندن ارواح کڃي ويو آهي. رقيب رو

## فراق جي منزل ــــ 47

سياهن پنهنجي منهن تي اچي پوچي گهمائيندي اعلان ڪيو ته اڳتي هو اڪين سان ڏسي به نه چوندا ته هنن ڇا ڏٺو هو.

آڏيءَ جو جڏهن گناهه گارن دوزخ جي عذاب کان بچڻ لاءِ عاجزيءَ سان دعائون پئي گهريون، ته انهيءَ مهل ديندار هڪ ٻئي سان حور جي بدلي غلمان يا غلمان جي بدلي حور جي متا ستا جا معاهدا پئي ڪيا.

ٽين ڏينهن قيامت جا آثار چٽا ٿيڻ لڳا. صبح سان ئي سج اکيون پئي ڪڍيون. بدن مان پگهر، تيل جيان ڳڙڻ لڳو. ايئرڪنڊيشنڊ ۽ فرج ڊرپ تي ويا. گرميءَ ڪري ماڻهن جا وات آل ڪانون جيان پٽجي ويا. ايڏي گرم ماحول ۾ به ماڻهن جو مزاج نهايت نرم ۽ غيرمتوقع هو. ڪرخت مزاج ماڻهن به جهٽڪ جي بدلي 'جيءَ!' پئي چيو.

سرڪاري آفيسن ۾ عجيب منظر هوا!

صاحبن پٽيوالن کي ڪرسين تي ويهاري پاڻ اسٽول تي ٿي ويهي رهيا. ان ڪرڻ کان اڳ اهو حلفيه اعلان ڪري ڇڏيائون، ته اڄ کان وٺي هڙيئي مراعتون ۽ پرسنٽيج هيٺين اسٽاف لاءِ آهن. آفيس ٽائيم کان پوءِ پٽيوالن کان زوري سائيڪلون کسي، ڪين گاڏين ۾ ويهاري گهر اماڻي ڇڏيائون ۽ پاڻ سائيڪلن تي چڙهي سهڪندا گهر پهتا.

'ڪا هڪ چڱائي به دوزخ جو عذاب ٽاري سگهي ٿي يا جنت ۾ اُماڻي سگهي ٿي.' ڪنهن چڱي ماڻهوءَ جي واتان ٻڌل ڳالهه تي شهر جي پوليس ڳنڍيءَ ڏٺي بيهي رهي. هر ايندڙ ويندڙ سان زوري چڱائي ڪرڻ لڳي.

ان ڏينهن تي، جن ماڻهن کي ڪي شڪايتون هيون ته انهن به نه ڪيون، ته هاڻي ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو....؟ شهر جي سرمائيدارن ٽي وي، ريڊيو اخبار ۽ انٽرنيٽ جي ذريعي اعلان ڪري ڇڏيو ته اڄ کان وٺي هڙيئي دڪان ۽ ڪارخانه مزدورن جا آهن. جيڪو وٺين سو ڪن، ڪين الف ب به نه چيو ويندو. جڏهن ته جاگيردارن به دل ڪشادي ڪري غريب هارين ڏانهن هٿياربند موڪلي زوري زمين ورهائي ڏني ۽ اهڙي قسم جو دستاويز پڻ پراڻين تاريخن ۾ لهرائي رکي ڇڏيو ته جئين قيامت ڏينهن ڪم اچي....

'مرڻو ته اڳي پوءِ آهي.' اهو سوچي مريض اسپتال مان بسترا گول ڪري ڀڄڻ لڳا. اهو ڏسي ڊاڪٽرن ۽ نرسن پنهنجا ائپران لاهي سندس پيرن تي رکيا، لولهٽ ڪندي ڪين يقين ڏياريو ته هو قيامت ٿيڻ کان اڳ صحتياب ٿي ويندا.

# فراق جي منزل ـــ 48.

قيامت ڏسڻ ڪميٽي جي چوڻ تي، جمعي جي ڏينهن کي سرڪاري طور تي قيامت جو ڏينهن قرار ڏنو ويو هو. تنهن ڪري هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي حساب سان تياري ڪري ڇڏي هئي. ڪيترن وهنجي سهنجي آب زم زم پي پنهنجي مٿان، نڪ بند ڪري ۽ تي شيشيون عطر جون هاري ڇڏيون. ڪي ڪفنيون پائي وات تي غلاف شريف جو ٽڪرو رکي گهٽين ۾ پئي گهميا.

مهم جو طبيعت ماڻهن صبح سان ئي شهر مان نڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو. کليل ميدان ۾ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿي چڪا ها. ان منظر کي ڏسڻ لاءِ ته جڏهن سج سوا نيزي ايندو .... صور جو آواز گونجندو ... پهاڙ ڪپهه جي ذرن جيان اُڏامندا .....

ڪمزور دل ماڻهو ٻاهر نڪرڻ بجاءِ گهرن ۾ ويهي اخبارون پڙهڻ لڳا. اخبارن ۾ ڪنهن به ڌاڙي، اغوا، چوري، ٺڳي يا زنا جي خبر نه هئي. جي خبر هئي ته صرف قيامت جي باري ۾. اخبارن جي سرخين مان لڳو پئي، ته سياستدان آخري ڏينهن تي به بيان ڏيڻ کان باز نه آيا ها. شهر جي هڪ مشهور سياستدان جي بيان جي سرخي هئي.

'قيامت ئي عوام جا مسئلا حل ڪري سگهي ٿي.'

هڪ اخبار جي ايڊيٽوريل جو عنوان هو:

'لبيڪ يا قيامت؟' جنهن ۾ ايڊيٽر قيامت جي اچڻ جو مکيه سبب، حڪومت جي نااهليءَ کي قرار ڏنو ۽ پوءِ قيامت جي اهميت ۽ افاديت تي ڀرپور روشني وڌي.

هڪ اخبار جي ڪالم نگار پنهنجي غير معمولي ڄاڻ ۽ صلاحيتن کان ڪم وٺندي 'دير آيد درست آيد' جي عنوان سان تجزياتي ڪالم لکيو ۽ قدرت واري کي پڻ مفت مشورا ڏنا.

اردو اخبار ۾ سنسني خيز خبر لڳل هئي.

'آج شهر ۾ قيامت ڈهائي جائيگي!'

انگريزي اخبار جي فرنٽ پيج تي وڏي هيڊنگ لڳل هئي:

**"MAY WE WELCOME TO THE DAY OF JUDGMENT"**

سج اوير کان وڏي آب تاب ۽ طمطراق سان نڪتو. ايئن پئي لڳو ڄڻ سج آسمان ڏانهن نه، پر سڌو ماڻهن ڏانهن نڪ جي سڌائيءَ ۾ ڊوڪيندو

اچي رهيو آهي. تپش ماڻهن کي بي حال پئي ڪيو. پر پوءِ به ماڻهن جو جوش ۽ خروش ڏسڻ وٽان هو. هو اکيون کپائي سج کي ڏسي رهيا ها ۽ ڪي چچيون ڪري، ايستائين جو ماڻهن جون اکيون چنجهيون ٿي ڏسڻ کان نابري واري ويٺيون.

سج آهستي آهستي چڙهندو وڃي عرشين لڳو. ماڻهن جا چپ سڪي نوٽ ۽ نڙيون خشڪ ٿي ويون هيون. پر صبر جي انتها هئي. تنهڻ اُس ۾، جو جتي هو اتي ويٺو رهيو.

جڏهن سج لڙڻ لڳو تہ ماڻهن جا منهن سورج مکي جي گل جيان ڦري اولهہ طرف ٿيڻ لڳا. انهن دل نہ لاٿي هئي. ڪين آسرو هو تہ سج اوچتو موٽ کائي ڪين اچرج ۾ وجهندو. اسرافيل ڪنهن شرارتي ٻار جيان صور کي توتليءَ جيان اوچتو ڦوڪ ڏيندو ۽ ڏرتي ببل گم جيان ٽڪاءُ ڏيئي ڦاٽي پوندي.

اميدن جي برعڪس سج آهستي آهستي لهندو غروب ٿيڻ لڳو ۽ جڏهن مڪمل غروب ٿي ويو تہ ڪيترا ماڻهو قيامت جي نہ اچڻ جي غم ۾ ڏندڻجي ڪري پيا ـــ

## فراق جي منزل ـــ 50.

# طريقت جي شام

اوچتو
شهر ۾ هڪ نئون آواز گونجڻ لڳو:
’زعشق دوست هر ساعت
دُودي نار مي رقصم.‘
(مان دوست جي عشق ۾، هر ساعت آڳ تي رقصان آهيان.)
هُل تي ويو:
’هي ڪهڙو عشق آهي؟
عشق تہ صرف مايا سان ٿيندو آهي.
ها، مايا سان.
جيڪا هر شيءِ کان اُتم
مايا .... جنهن جا هٿ
تنهي لوڪن تائين ڦهليل
مايا کي نمسڪار
راڄن کان وٺي راجا تائين
سين جا سيس جهڪيل
سيئي پرسن مايا کان
چو جو مايا، جو رشتو مضبوط
باقي رشتا اجايا
ها، اجايا.....
ڪچي تند جيان.‘
وري چوٻول تي ويو:
’هي ڇا وڃي رهيو آهي؟
هي ڪهڙو آواز آهي؟
هي ڪهڙو سُر آهي؟
هي ڪهڙو ساز آهي؟
روڪي بہ روڪجن نہ ٿا پير

# فراق جي منزل ـــ .51

جهلي ٻـ جهلجن نـ تيون ٻانهون
پلي ۾ پلجي نـ تو من.
ڊمڙ، ڊمڙ، ڊم!!
ڊمڙ، ڊمڙ، ڊم!
ڊم، ڊم، ڊمڙ!!"
هر ڏسا کان، ڏسڻ ۾ پيو اچي،
تـ هر شيءِ رقصان آهي
ڪهڪشائون، ستارا،
سج، چنڊ،
ڌرتي —
۽ ڌرتيءَ تي
لالن جو لال رقصان آهي
طالب رقصان آهن
عام ماڻهو رقصان آهي
جسمن ۾ گردش ڪندڙ
خون رقصان آهي
يڪسان رفتار سان
ساڳي ڍار سان
ساڳئي لئي تي
ساڳي تال تي
دعوت عام آهي
ڪو آواز اچي تو
'تون ڇو بيٺو آهين؟
آءُ، تون بـ جُهوم
سڀ لاڳاپا لاهي
حرص ۽ طمع جا
لالچ ۽ لوڀ جا
ذات پات، رنگ نسل جا
دين ڌرم جا

# فراق جي منزل ـــ52

آڇ!
سرمست ٿي
بي اختيار ٿي
پاڻ تماشو ٿي
تماشبين نہ ٿي
ڏس، يار جو جلوو
ڪيئن نہ ٿو پسجي!؟.....'
نوبت ۽ نقارن جا آواز
تيز تر ٿي ويا.
دلين جي ڌڪ ڌڪ
رلي ملي هڪ ٿي وئي:
'ڊمڙ: ڊمڙ: ڊمر:
ڊمر: ڊمر: ڊمڙ!!
ڌرتيءَ کان آڪاش
۽ ڌرتيءَ کان پاتال تائين
آواز ٻري ٿو:
'نمي ٿُرسم زَرسوائي
بهر بازار مي رقصم'
(رسوائيءَ کان ڪو ڀؤ نہ آهي
ڀريءَ بازار رقصان هان)
هيڪڙائيءَ جي ڏن تي، شهر۔ ظلمات جا بت خانہ لڏڻ لڳا.
خود پرستيءَ جا بت ڪرڻ لڳا.
وقت جو راجا پريشان ٿي ويو.
راڄ گدي سندس هيٺيان کسڪڻ لڳي.
منتري ۽ مک منتري پريشان ٿي ويا ۽ رڙيون ڪري چوڻ لڳا:
'چا، هيءُ ڀوڻ ۽ ـــ ڪنبُ آهي؟'
'وسپتي راجا ....! هي سڀ سوانگ دان لاءِ رچايو آهي، انهن فقيرن ....!'
درباري چغلخورن ٻڌايو.
'دان ڏئي، انهن کي چيو وڃي تہ هتان نڪري وڃن.' راجا وسپتي آديش ڏنو.

# فراق جي منزل ـــ 53

جيئن ئي طريقت جي نماز پوري ٿي. راجاجا ماڻهو آيا قلندري درٻار ۾. سندن هٿن ۾ ريشمي رومالن سان ڍڪيل وزني ٿالهہ ها. انهن کي آڏو رکي رومال هٽايا ويا. هڪ ٿالهہ ۾ سونيون مهرون چمڪي رهيون هيون. ٻي ٿالهہ ۾ هيرا ۽ جواهر جرڪي رهيا ها. ٽئين ۾ رنگ برنگي اِطلس نظرن کي هرڪائي رهيا ها.

هڪ چالاڪ درٻاري ٿالهن ڏانهن اشارو ڪندي چيو:

’سوامي، هي سڀ ڪجهہ اوهان لاءِ آندو آهي، تہ جيئن اوهان سيوهڻ جي راجا جون دان استپٿيون ڳائيندا رهو ۽ هڪ نگر کان ٻي نگر، هڪ ديس کان ٻي ديس رمندا رهو.‘

قلندر شهباز جي پُرجلال چهري تي هڪ معنيٰ خيز مُرڪ اُڀري آئي، فرمايائون: ”اسان کي تہ ان دان جي ضرورت ناهي. پر جنهن طالب جي دل چوي تہ اُن کي اِن دان وٺڻ جي اجازت آهي.‘

ڇٽي امرائي، مايا کي ڏسي، نفرت وچان نرڙ تي گهنڊ سجائي، منهن ڦيرائي ڇڏيو.

بودلي بهار ٿالهن ۾ پيل شين کي ڏسي، نڪ تي ائين هٿ رکيو ڄڻ ڪيس بدبوءِ پئي آئي.

ابدال ڪاوڙ وچان ٿالهن کي ٺڏا هنيا.

سيد علي سرمست طنزيہ کليو ۽ پوءِ انهن کي چيائين:

’وڃي پنهنجي راجا کي ٻڌايو تہ اي بد بختا تو سمجهي بہ نہ سمجهيو.‘

پوءِ راجا جا درٻاري، پشيماني ۽ نامراديءَ وچان ٿالهہ کڻي واپس وريا.

سيد مير ڪلان جيڪو ڪنڊ ۾ خاموش ويٺو هو تنهن اُٿي باادب ٿي چيو:

’قلندر ڪبريا! اڄ کان وٺي اها ”ڏائڻ مايا“ اوهان جي درٻار مان هميشہ لاءِ لوڏجي وئي.‘

سائين جي لبن تي هڪ پُر اسرار مُرڪ ڦهلجي وئي، فرمايائون:

”ڪو وقت ايندو جو اسان جي نانوَ تي، اسان جي درٻار ۾، اسان جا ماڻهو ان مايا پٺيان ڪتن جيان لوڙ لوڙ ڪندا وتندا.‘

’اهو ايا ڳو وقت ڪهڙو هوندو؟‘ سين يڪ مشت تي سوال ڪيو.

سرڪار گهرو ساه پريندي وراڻيو:

’جڏهن طريقت جي شام ٿيندي‘

# وڏندڙ زخم

سورج غروب ٿي چڪو هو. خستہ حال شهر جي، خستہ حال گهرن مان نڪرندڙ روشني اونده کي چيري گهٽين ۽ رستن کي روشن رکڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهي هئي.

شهر جي گهٽين ۽ رستن تي هڪ اڌ بلب يا راڌ روشني ڦهلائي، هلندڙ ماڻهن کي ٿاٻڙ کان بچائي پئي ورتو. هو گهر موٽندي سوچي رهيو هو. 'زندگيءَ جو ڪاروهنوار ڪيڏو نہ ٺڪائيندڙ آهي؟'

هو وچ بازار مان پئي آيو جتي ماڻهن جي ڪلهي گس لڳي پئي هئي. ماڻهو خريد فروخت ۾ مصروف ها. ايمان جا قسم کڻي پنهنجا اثاثہ وڪڻي رهيا ها. هو وڪڻڻ ۽ وٺڻ جي چڪر کان بي نياز ٿي پئي هليو تہ اوچتو هڪ زوردار ڌماڪو ٿيو. ڌماڪي ٿيڻ سان هن جي ڪنن تي تاڙيون چڙهي ويون. هن پهريان جيڪي دلخراش رڙيون ٻڌيون سي ٻڌيون. هاڻي رڳو گونگي فلم هلي رهي هئي. سندس اکين آڏو ڏيل ڏاريندڙ ۽ هولناڪ منظر هو. گوشت جا ٽڪرا هوا ۾ اُڏامي، پٽين ۾ لڳي، ڳاڙهي رنگ جون تجريدي تصويرون ٺاهيندي چاپڙن جيان هيٺ پئي ڪريا. دونهين جي ڌپ ناسن ۾ گهڙي، سندس اندر ساڙڻ لڳي. جيڪي ٽورا ٽڪا زخمي ٿيا ها، يا نہ ٿيا ها، تن آسپاس جي ڪمزور ماڻهن کي لتاڙي زخمي ڪري ڇڏيو هو.

هو گم سُم بيٺو رهيو. سندس ڪنن ۾ هلڪو سُون، سُون جو آواز ٻرڻ لڳو. هُن سوچيو 'شايد تاڙيون لهي رهيون آهن.'

اهڙي قسم جي حادثي جي خبر، هو عمومن اخبار ۾ پڙهندو هو پر پڙهڻ ۽ ڏسڻ ۾ وڏو فرق آهي. ڏسڻ ۽ ڀوڳڻ ۾ اجا وڏو فرق. جڏهن هُو هڪ چاڙهي تي چڙهي رهيو هو هن جي نظر پنهنجي ساڄي ٻانهن تي پئجي وئي، جنهن کي هڪ چير آيل هو. جتان رت تيزيءَ سان پئي نڪتو. هن سمجهيو تہ رت آهستي آهستي پاڻ مرادو بند ٿي ويندو ۽ زخم خشڪ ٿي ويندو.

ڪجهہ گهڙين ڪانپوءِ هن ڏٺو تہ زخم وڌڻ لڳو آهي. جنهن کيس سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ آخر ڪهڙي شيءِ لڳي هوندي، جيڪا ايترو گهرو چير ڏيئي ويئي آهي؟

# فراق جي منزل ـــ.55

هن اندازو هنيو تہ اهو بم مان نڪتل لوهہ جو ٽڪرو ٿي سگهي ٿو. جيئن هو زخم کي ڏسڻ لڳو تيئن سُور جو احساس ٿيڻ لڳس. جيئن تہ هو ساڄيئڙو هو ان ڪري ساڄي ٻانهن سندس تشويش جو باعث بڻجي ويئي:

’ساڄيئڙي جي حيثيت سان جنهن تي وڏيڪ ڀروسو هو اها ناڪاره ٿي وجي، ڪيئن ٿيندو؟‘ هن سوچيو.

هڪدم هن جي ذهن ۾ آيو تہ هو جلدي ’لال بتي‘ وڃي، ان زخم کي بند ڪرائي، جنهن مان رت ٿمي رهيو آهي.

هو وڏيون ڀرانگهون هڻندو، ان عمارت وٽ پهتو جنهن مٿان لال بتي پئي ٻري. اندر گهڙيو تہ مريضن جي هاءِ گهوڙا لڳي پئي هئي. هن عملي کان پڇيو:

’مسيحا ڪٿي آهي؟‘

’خبر ناهي.‘ انهن مان هڪڙي جواب ڏنو.

’مسيحا ڪڏهن ايندو؟‘ هن ٻيو سوال ڪيو.

’اها بہ خبر ناهي، اسان صرف انتظار ڪري رهيا آهيون.‘ ٻي جواب ڏنو.

’اهو ئي الميو آهي تہ هڪڙا لاعلم آهن ۽ ٻيا انتظار ۾ آهن. اسان کي انتظار ڪرڻ بجاءِ مسيحا کي ڳولڻ گهرجي.‘ هن ڪاوڙمان چيو.

پوءِ هو تيزيءَ سان ٻاهر نڪتو ۽ ديوانہ وار شهر جون گهٽيون ۽ رستا جاچڻ لڳو. جڏهن جاچي ٿڪجي پيو تہ ان نتيجي تي پهتو تہ مسيحا آهي ئي ڪو نہ.....!

# فراق جي منزل ـــ 56.

## حق سچ

نور شاهہ ڪنگ سوار، ڪنگ کي ٻاهر بيهاري ڏکن جون ڳنڙيون کڻي درگاهہ ۾ اوڀارين دروازي کان داخل ٿيو. وزير سيد علي سرمست سندس انتظار ۾ اُڀي پيرين بيٺو هو.

’اڄ ڪنهن جا ڏک کڻي آيا آهيو؟‘

’اڄ پنهنجن جا ڏک کڻي آيو آهيان.‘

نور شاهہ وراڻيو ۽ پوءِ سيد علي سرمست جي هٿن ۾ ڳنڙيون ڏنائين.

سيد علي سرمست اندر داخل ٿيو ۽ سائين جي آڏو ڀرين ڳنڙي کولي رکي، اها ڇتي امراڻي جي ڏکن جي ڳنڙي هئي، تنهن پاڻمرادو ڳالهائڻ شروع ڪيو:

”او مستن جا مست ..... اولعلن جا لعل ..... مون کي فقيريءَ جي پندرنهن ئي مقامن جي خبر آهي. ان ڪري مون هميشہ صبر ڪيو ۽ انتظار ڪيو.....

اوهان کي خبر آهي تہ ڀريائين منهنجو ڏيئو پاڻي تي پئي ٻريو. پوءِ اوهان جي طريقت جي تيل تي ڏيئو ٻرڻ لڳو هو. هاڻي تہ حرص و هوس جي تيل تي جلي رهيو آهي. جيڪو بہ اڇي ٿو، دنيائي شين جي طلب ڪري ٿو. هاڻ ڪنهن کي بہ عدل و انصاف نہ گهرجي ..... ڪنهن کي بہ دين و ايمان نہ گهرجي.

منهنجا مرشد!

اول، شريعت شعبده بازي ٿي وئي هئي

هاڻي، طريقت لڳي رهي آهي.....

لالچ ۽ طمع کي طريقت جي چيچڙي ۾ پيڙي تيل ڪڍيو ويچي ٿو. انهي تيل مان منهنجو ڏيئو ٻري ٿو. جنهن جي زرد روشني ۾ انسانن جا چهرا ايڏا تہ خوفناڪ ڏيکائي ڏين ٿا، جو ڏسي روح ڪنبي ويچي ٿو.

ڇا اها اسان جي ڏيئن جي روشني آهي....؟

او امام انقلاب!

ڪڏهن ڪڏهن تہ منهنجو روح بہ وهمن ۽ وسوسن جو شڪار ٿي ويچي ٿو. ايئن لڳي ٿو ڄڻ وقت جون گهڙيون ابتيون هلي رهيون آهن. راڄا

# فراق جي منزل ـــ57

چرپٽ وري نروار ۽ سندس نگري آباد ٿي چڪي آهي. هنود ڪاسائي هرسُو ڪات ڪٽي ڦري رهيو آهي ۽ ماڻهو برملا چئي رهيا آهن، ته هي دنيا ڪوڙ آهي ۽ ڪوڙ رهندي ......ايئن ڀاسي ٿو ڄڻ اسان پنهنجن مقبرن ۾ جسد خاڪي سان نه، پر روحاني قوتن ۽ نظرين سان گڏ دفن ٿي ويا آهيون.

او دلين جا فاتح!

تنهنجي خاڪِ پا جو قسم ....! مون ڪڏهن به اوهان جي حڪم عدولي جو سوچيو ناهي.

او دلين جا فاتح!

اوهان جي تلقين ته صبر ڪيو:

پوريون ڏهه صديون، صبر ڪيو آهي. ايستائين جو قيامت جا آثار به هاڻي قيامت جو دليل ناهن. دل چوي ٿي ته چورن ۽ ڦورن جي پيٽ مان وڏا وڏا اجگر ڪيئي نروار ڪيان .....

هاڻي صبر جو پيمانو لبريز ٿيندو ٿو وڃي. ٻڌايو ته اسان لاءِ ڇا حڪم آهي؟'

اهو ٻڌائي، ڳنڙي خاموش ٿي وئي.

سيد علي سرمست ٻي ڳنڙي کولڻ چاهي ته مرشد منع ڪئي:

'ڳنڙي ۾ ساڳيو ئي ڏک ڀريل آهي، نه کول.' پوءِ حڪم ڏنو:

'سِين کي چئو ته مزارن مان نڪري، گهٽي گهٽي ۽ گهر گهر منادي ڪن ته اسان اڇڻ وارا آهيو.... وقت جي چرپٽ کي ٻڌائن ته اسان ورڻ وارا آهيون....وري هڪ وڏو دنگل ٿيندو..... جنهن ۾ حق سچ ٿيندو ۽ باطل ڀڄي ويندو.'

# مارڳ محبوبن جو

سائين جنسار فقير پنهنجي چيو:

’عام چوي ٿو زماني کي ڇاهي ٿيو....؟ اهوئي سج اوپر کان اڀري، اولهه ۾ لهي ٿو. ڪاري مينهن اڃو کير ڏئي ٿي. اهوئي نيرو آسمان آ. خاڪي زمين آ. پر مان ٿو چوان ته زمانو به ماڻهو سان. اڳ ڪو ماڻهو مرندو هو ته ملڪان ملڪ هاڻسو ٿيندو هو. آسمان تي ڳاڙهو رئو ٿي ويندو هو. هاڻي هيڏو آدم مري ٿو ته اَچ لڳي پئي آ.

قلوب ئي ڪارا ٿي ويا، ته دل آئينو ڪيڏانهن ٿئي ....؟ هي زمانو آ ڪريم ۽ پائوڊر جو. هرڪو اڃو منهن ڪيون گهمندو ٿو وتي. پر ڪو جڏهن اڪيلو ٿي اندر ۾ ڏسي ته خبر پوي نه ....!؟ جي ماڻهو پاڻ کان نه ٿو پڇي سگهي، ته حيوانات کان پڇي، نباتات کان پڇي، جمادات کان پڇي، جي آگاهي نه مليس ته موٽي اچي فقير جنسار جي نپيل ڏاڙهي مُٺ سان ڪوڙي وڃي..... مباح ٿس!‘

محمّد صادق، فقيرن جي ڊائري مان اُٿيو ته ماشائي ڦريل هئس. سوچڻ لڳو مارا! تڏي وارن وٽ ته ڪو وڏو جهان آهي. هن اجايا پئي هيڏي هوڏي ڏرم جا ڏڪا جهليا. جنهن ماڳ جي ڪيس ورهين کان تلاش هئي. سو ته شهر کان ٿي ـــ چار ڪلوميٽر پري، ’ميان‘ جي قبرستان ۾ هيو.

جڏهن گهر موٽيو ته لوچ پوچ شروع ٿي ويس. هونئن ئي دنيا جي ڏنڏن کان دل بيزار هيس. پر نئين وهيءَ ۾ بار پئجي ويس. پيءُ مئي کان پوءِ ماءُ، پيڻ، ٻه ڀائر پالڻا پئجي ويس. ڀيڻ جو بار لاٿائين ته زال جو گنگڻ پئجي ويس. ڀائرن کي پالي، مڃي ماني لائق ڪري، وِري وجهي گهر ٻار وارو ڪيائين ته اولاد ڳچيءَ پئجي ويس.

جيئن جيئن آستاني تي اچ وڃ ٿيڻ لڳس ته فقيرن جي لاطمعي ۽ لاغرضي وڻڻ لڳس. جڏهن کان اندر مان الستي آواز اچڻ لڳس ته زماني جي ڇهه ڀهه کي ٻڌڻ ڇڏي ڏنائين. آفيس ۾ جيڪو تورو ٽڪو وٺندو هو، وٺڻ ڇڏي ڏنائين. گهر ۾ ماءُ، ڀائر، زال ۽ ٻچن کي رشتن جا سنگهر سمجهيائين. سڄو سڄو ڏينهن خاموش، ڪنهن خيال ۾ مُستغرق رهڻ لڳو.

# فراق جي منزل ـــ59.

آخر هڪڙي ڏينهن هٽي هنڌ ڪيائين، جڏهن گهر ۽ آفيس ۾ پريميچوئر رٽائرمنٽ وٺڻ جو اعلان ڪيائين. آفيس ۾ دوست داڙين گهٽو سمجهايس ته، 'چو نهي نڪي نوڪريءَ کي لت ٿو هڻين ....!؟ توکي ته نوڪري ڪندي پنجويهه سال کن مس ٿيا هن، ماڻهو جو ڊونڊ تي ٽا وجن ته به ايڪسٽنيشن ٽا وٺن. چاڻ هيڊڪلارڪ مان سپريڊنٽ ٿئين. ڊي پي سي ويهڻ جي دير آ ...!' پر هُن همراه جو جواب اهڙو هيو جو ماڻهو لاجواب ٿي پئي ويا:

'زماني جي سرڪار جي گهٽي ڊيوٽي ڏني سي، هاڻي ان سرڪار جي به ڏيون، جيڪا ڏئي نه پچاري.

آخر ۾ ته آفيسرن به گهرائي ڪيس سمجهايو ته، 'سڄي دنيا انهيءَ ڪرسيءَ جي ڪڍ آهي. تون چو هرو پرو طاقت جي تختي کي پيرن هيٺيان ٺوڪيين، جنهن جا سوَ سلامي آهن!؟'

هن جواب اهڙو ڏنو جو آفيسرن جي وهم گمان ۾ به نه هيو:

'سائين، اها ڪرسي ته آهي، جيڪا روز طعنا ٿي هڻي، اها ته چئي ٿي، مون کان پري پچ !'

'ڪرسي!؟' ننڍي آفيسر کان ڇرڪ نڪري ويو. هن جي هٿ مان فائيل ڇڏائجي، ٽيبل تي اچي پيو.

'ها، سائين ....! هڪڙي ڏينهن ويهي جو پڇيم ڪرسي کان ته تون ڪير .....؟ ته ڪرسي ڳالهائڻ لڳي: چيائين، مان اها ڪرسي آهيان، جنهن ۾ ڪو رَسُ نه ٿي، هيٺان نڪتي ماڻهو ته ٽڪو به نه لهندين. وڃي، اتي ويهه جتي پنهي جهانن جو رس ملئي ...'

'توسان بي جان شيون ڳالهائينديون آهن!؟' وڏي آفيسر عينڪ کي نڪ جي چوٽيءَ ڏانهن سوريندي، حيرت مان ڏسڪيندين ڪانئس پڇيو.

'پڇبو ته چو نه ڳالهائينديون، سائين ...! هڪ ڏينهن موٽر سائيڪل تي گهر وڃان پيو. موٽر سائيڪل کان پڇيم:

موٽر سائيڪل احوال ڪر، تون ڪير....؟

موٽر سائيڪل هڪدم جواب ڏنو:

مون کان تر، سائي ڳل ڪر، جيڪا اڳتي ڪم اچئي.'

'پيو؟' وڏي آفيسر جي پر ۾ ويٺل، ننڍي آفيسر جي جستحو وڌي وئي.

# فراق جي منزل ـــــ 60.

’پيو سائين، گھر جي اڱڻ تي بيٺل وڻ کان پڇيم: وڻ تون ڪير؟ـ وڻ جواب ڏنو:

مان اهو آهيانءِ جيڪو سڄو ڏينهن سڙي، ٻين کي ڇانوَ ڏيان. ڪو ڏڪ هڻي تہ ميوو ڏيان. وڍجان تہ بہ ڪم اچان. ايڏي ڪشالن کان پوءِ وٽي، وڻ ٿيو آهيان. ٻڌاءِ محمّد صادق ...!؟ تون بہ ڪڏهن پاڻ وٽايو ...!؟ وري سائين، هڪ دفعي ڪُتي کنيو پُڇي ويٺم ڪٽ کان، تہ ڪٽ جواب ڏنو:

ڪپي آهيان، ڪوري آهيان، پاوا، ٻانهون، سيرو پيرون تي ڳنڍي آهيان، ڪنجي وٽجي، نوڙيون نوڙ تي پرت جي پيچن ۾ اٽڪي آهيان. تڏهن ڪٽي ڪٽ ٿي آهيان. تون ٻڌاءِ زندگي ۾ ڪهڙي کيپ ڪٽي ٿي، محمّد صادق! جو مون تي سيٽيو ستو پيو آن؟!‘

محمّد صادق ٿڌو ساهہ کڻي، ڪا جهٽ تہ خاموش ٿي ويو ۽ پوءِ اکين ۾ پاڻي آٽيندي چيائين، ’سائين، جاڏنهن ڪاڏنهن ايڏا مهڻا ۽ ميارون ملن، پوءِ بہ نوڪري ڪيان؟‘

’گھر ٻار؟‘ اهو ڇڻ وڏي آفيسر جو آخري سوال هيو:

’سائين، گھر کان بہ پڇيم، ان بہ چيو گھر اُهو ٿي جتان آيو هئين، يا جيڏانهن ويندين، هي تہ مهمان خانو آهي. لفظ ’ٻار‘ سان ڳالهايم، ورائيائين: پنهنجي ٻارِ اسان تي نہ ٻاڻ مرندين تہ پنهنجي قبر ۾ پوندين ... سائين، هاڻي ٻڌايو تہ خيال ڪنهن جو ڪجي، دارالفنا جو يا دارالبقا جو؟‘

وڏي آفيسر کي سندس جواب ايئن لڳو تہ جيڪڏهن هيڊ ڪلارڪ محمّد صادق اڌ ڪلاڪ اجا ويٺو تہ سندس ڪم بہ لهي ويندو سو پاڻ سنڀاليندي چيائين، ’چڱو جنهن ۾ تون راضي ....! تنهنجا ڪاغذ جلد ئي ڪيئون ٿا.‘

آفيس ۾ وٺ وٺان ٿي وئي. ڪاغذ پٽ تيار ٿي ويا، گھر ۾ ٻڙڏڪ مچي ويو. ماءُ، پيڻ، پاٹرن اوڙي پاڙي مٿو هنيو جوٽس گھٽي رني پٽي، پاراتا ڏناٿين انهن کي، جن سندس مڙس کي ايڏانهن جو ڏس ڏيئي ڪاري خراب ڪيو هو. ٻن پٽن کي مچرايائين، پر محمّد صادق جي آڏو ڙيئي حجتون، آزيون نيزاريون پاڻي ٿي ويون. ڇو تہ هن کي خبر هئي تہ جنهن رستي جو پانڌيئڙو آهي، ان جا ڏهہ ويري آهن. جنهن ۾ زال، ٻار ماءُ، پيءُ، پاٹر، مٽ مائٽ، يار دوستار اچي وڃن ٿا.

# فراق جي منزل ـــ .61

گهران نڪتو ته ٻنهي پاڻرن جن مان هڪ ڪلارڪ، ٻيو ماستر هو. تن کي رڳو ايتري پارت ڪيائين، 'پاڃائي پيٽ برابر ٿو پاڻتيا پٽن برابر... توهان تي بار ناهن... مڙيو ئي هٿ رکيو اچجون!'

زال کي چيائين، 'روءُ، رينگ نه ....! جنهن جو رب تنهنجو سڀ، جيسين وڏو پٽ ڪمائڻ ڪرڻ جهڙو ٿيئي، تيسيتائين ڪنهنجي آڏو هٿ نه ٽنگڻو پوندءُ. جي – پي فنڊ، گريجيوئٽي جا پئسا، پينشن هڙيئي ڇڏيو ٿو وڃانءِ. هاڻي گهر جي مالڪياڻي تون آن، جيئن وڻئي تيئن ڪر. مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي!'

جڏهن شام جو ڇاتر لتاڙي، آستاني اندر پهتو ته سائين فقير جنسار 'سوال خود ڪرد، جواب خود دارد' جي تحت فقراءَ کي ويٺي درس پئي ڏنو هي چپ ڪري ٻڌندو رهيو:

'ماڻهو چون ٿا ته انڊ ۾ بيديدائپ جي زماني ۾ ديدائپ ڪاٿئون ملندي....؟ سنئون سڌو جواب آ! ديد، ديدوارن کان ملندي.... اها اک هوندي ته الله پسبو جي مک تي ڏسبو ته ڏونڊ تي ويهبو. ڏونڊ ڇا آهي .....؟ هيءَ دنيا.....! ان ڪري سالڪن فرمايو آهي ته طالب الدنيا مؤنث ... طالب العقبيٰ مخنث .... طالب المولى مذڪر ..... هاڻي اها ڪهڙي شيءِ آ، جيڪا دنيا ۽ عقبيٰ کان به اڳتي وٺي وڃي.....؟ اهو عشق آ. جيڪو رهبر آ، هادي آ..... پر عشق جي منزلون اوکيون آهن ..... پاڻ کي نفي ڪري، ان کي اثبات ڪرڻو آ .... فنائيت جي حدن مان هلڻو آ ..... پهريائين فنا في المعشوق، پوءِ فنا في الشيخ، پوءِ فنا في الرسول، پوءِ فنا في الله، آخر ۾ بقا باالله ..... اهو ڪنهن ڪنهن کي نصيب آهي ته فنا في الشيخ کان شروع ڪري ڏي، جيئن منهنجي نصيب ۾ اها فنائيت آئي ......'

سائين جنسار ٿڌو ساهه ڀري قصي کي اڳتي وڌائيندي چيو:

'منهنجي عمر اڃا ارڙهن سال هئي. ٻيلي ڏڻيءَ جو حڪم، مريدن خادمن ۾ پهتو ته هڪڙو گستاخ رسول شهر ۾ پيدا ٿيو آ. تنهن کي هن جهان مان ترڙڻو آ. منهنجو چاچو طالبو هيو سائين جو پر گوڏن جو سور هيس، هلي نه سگهندو هو. مون کي دونالي هٿن ۾ ڏيئي چيائين، 'ابا مرشد جو حڪم آ ....اڻ ڏٺي جو سؤدو ٿي، جي ڪرين ته ڪر ....! مان ڪڏهن جهرڪي به نه ماري هئي. بندوق ڪنيم ته دل کي لوڏوئي نه آيو. وچ شهر ۾ مردود کي ماري

# فراق جي منزل ـــــ.62

قبولدار ٿيم. جڏهن چتي آيم تہ مرشد هادي سيني سان لائي چيو’تون اڻ ڏٺي جو سؤدو ڪري عشق جي ٻي منزل ملهائي وئين .... وچ، توکي مريدي خادمي جي اجازت ڏنم....

جي عشق آهي تہ منزل آسان آ. جي ناهي تہ واريءَ جو پنڌ آهي. بابا!‘

سائين جنسار فقير درس پورو ڪري هُن ڏانهن متوجہ ٿيو:

’اچي وئين!؟‘

’ها. سائين‘ هُن ڪنڌ ڍاري جواب ڏنو.

’محمّد صادق! اجان بہ موٽڻ جو ڏگ ٿي .... سوچ ...! هي سچ جو سفر آهي .... بي رنگيءَ جو جهان آ .... هتي سُتڻ ابتي لهندي آ .... پهريائين ترڪ دنيا، پوءِ ترڪ عقبيٰ .... پوءِ ترڪ مولا. آخر ۾ ترڪ ئي ترڪ .... ‘ سائين جنسار فقير ڪيس پڪي ڪرڻ لاءِ بچڙا پوَ ڏنا.

’بس سائين، ڪامل اڪمل آهيو .... ٻوڙيو يا تاريو .... باقي اسان تہ ٻيڙا ساڙي آيا آهيون.‘ هن هٿ ٻڌي جواب ڏنو.

’ءِ ڏس. جهان جو ماٺهو آن. اڪيلو نہ آيو هوندين. پاڻ سان ٿلهو ٿنيرو نفس بہ آندو هوندءِ.... ائين نہ ٿئي تہ فقيري ڳُر لڄائي ويهين.‘

’هادي آهيو هدايت ڪيي؟!‘ محمّد صادق هٿ ٻڌي جواب ڏنو.

’چڱو تون اسان جي صحبت ۾ فقير ٿيو آن. تنهن ڪري تنهنجو نانءُ صحبت فقير ٿا رکئون .... توکي اڄ کان وٺي ٽي مهينا چپ جو روزو ٿا رکايون .... ٽن مهينن تائين لوڙهي کان ٻاهر نڪرڻو نئي .... ٽي مهينا سڪا ٽڪر کاٺا ٿي ... اها تنهنجي رياضت آ تہ جيئن نفس مغلوب ٿئي، دل مسرور ٿئي‘ محمّد صادق ٻانهون ٻڌي ٻيهي رهيو جڻ قبوليت جو اقرار ڪري چڏيائين.

پهريائين پهريائين تہ محمّد صادق کي ڪٽڪ ۾ چانورن جي مانيءَ جا سُڪا ٽڪرکائڻ ۾ ڳُهڻ ڏاڍا ڏکيا ٿيندا ها. انهن کي ڏندي، ڪوندي ۾ گهرڙي گهوٽي، چورو ٺاهي پاڻيءَ سان ڦڪيندو هيو. زبان ذائقي لاءِ سڏون ڪندي هيس. چانهہ جي ٻاڙ سخت ستائيندي هيس، مهيني کان پوءِ سندس زبان کان هڙيئي ذائقا وسري ويا ها. ڪيس بي لذتيءَ مان بہ هڪ عجيب لذت پئي آئي. ڳالهائڻ لاءِ پهريائين زبان اُٿلي اٿلي ويندي هيس. هڪ بہ دفعو زبان مان هان! هون! بہ نڪري ويس. ڏاڍو پاڻ سنڀاليندو هو. پر ڏيڍ مهيني کان پوءِ اهو احساس ٿيس تہ گونگي ٿيڻ ۾ بہ عجيب مزو ۽ راحت آهي. ٻي

ڪي ٻڌڻ ۾ سمجهڻ ڪيئن نہ سؤلو ٿي پوي ٿو. اهي ڏينهن تہ واقعي امتحان جا هيس. جڏهن ٻئي پائر ۾ وڏو پٽ ملڻ آيا هيس ۽ ڪيس ٻڌايون هيائون تہ سندس ننڍو پٽ بيمار آهي، ڪيس ڏاڍو ياد ڪري ٿو. ان وقت اکين مان لڙڪ لڙي پيا هيس، دل ۾ آيس تہ اٿي پئي، لوڙهي مان نڪري پڃي. پر پوءِ مرشد جو سبق سامهون آيس تہ اِهي 'غين خفيف' آهن. جيڪي عارضي رڪاوٽ هوندا آهن. جڏهن تہ انهيءَ فِقر واري راه ۾ اصطلام جون وڏيون وڏيون رڪاوٽون آڏو ايندڙيون آهن. تہ انهن ڪي بہ اُڪاري وڃبو آهي. هن دل جهلي، آخر ۾ ڪين هٿ جي اشاري سان اُٿڻ جو چيو هو. اٿي تہ ويا ها، پر سڄي رات سندس اکين ۾ ڪٽي هئي، فيصلو نہ ڪري سگهيو هو تہ ڪهڙي راه صحيح آهي.

جنهن ڏهاڙي تي، ٽيون مهينو پورو پئي ٿيو. راڳ ويراڳ شروع ٿيڻ کان اڳ سائين جنسار فقير ڳلي لڳائي چيو هيس، 'صحبت فقير، پهرين لڪ لنگهڻ جون مبارڪون هجني.'

صحبت علي جڏهن، 'خير مبارڪ!' چيو تہ لفظ ٻاهر نہ نڪري سگهيا. سائين جنسار مشڪيو ۽ چيائين، ' فقير! اسان تنهنجي وراٺي ٻڌي پر فقراءِ بہ تہ ٻڌي نہ....!'

'خير مبارڪ' هن زور سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ٻليءَ جي ميڪ جيترو آواز مس نڪتو.

مرشد سائين، هاڻي ڪيس ٻي امتحان ۾ وجهي ڇڏيو. جڏهن چيائينس، 'صحبت فقير! جڏهن شهر مان آيو هوندين تہ ابليس ساڻ گڏيو هوندءِ. ان جي غرور ۽ تڪبر جو ٻُضون پيچٽو آ. ان ڪري اسان توکي عشق جي بحر ۾ ٽا اڇليون، سندرو ثابت ڪندي تہ منزل آسان ٿي.'

هن پيري مرشد جي پيرن تي جهڪي قبوليت جو اقرار ڪيائين، پر ڪيس پروڙ نہ هئي تہ عشق جو بحر آهي ڇا ....؟ سڄي رات سوچ ويچار ڪيائين سمجهہ ۾ نہ آيس. آخر ان ڳالهہ تي وڃي بيٺو تہ پهرين پانڌيڙن کان پڇجي، پڇڻا نہ منجهڻا، هڪدم خيال فقير مهندار ڏي ويس، جيڪو ٻين فقيرن جي مقابلي ۾ جانگستو هو. آستاني مان ڳوليندي، وچ قبرستان ۾ ڪنڊيءَ جي وڻ هيٺيان لڌائينس. فقير، پکي پکڻ جي سيوا لاءِ رکيل پاڻڙا پئي پريا ۽ اٿي جون ڳوڙهيون ٺاهي پئي رکيون. جڏهن مهندار فقير سان حال اورياٿين ۽ صلاح ورتائين تہ هن پهريون سوال ڪيس،

# فراق جي منزل ـــ.64

’زندگيءَ ۾ ڪنهن سان ڇيچ پاتي اٿئي؟‘

’نہ فقير، زندگيءَ ۾ ايتري فرصت ئي نہ ملي. صبوح جو آفيس، شام جو گهر .... ايئن گهرَ جي خفن خفڙتالن ۾ وقت گذري ويو.‘

’ڀلا جوءِ سان ڪو رنگ راز نہ ڏسين تہ جئورا ڪئورا!؟‘

’ڪجهہ نٿو چئي سگهان تہ ان سان بہ ڪا دل هئي يا نہ .....!‘ هن سچائيءَ سان ٻڌايس.

’مار....! تون تہ جهجهڻ، جهُرڻ، ڳِتيءَ ۾ ڳرڻ، معشوقن جو جهڙڪان سهڻ سکيو ئي ناهين. انهيءَ باه ۾ سڙيو ئي ناهين. تون ڪيئن عشق حقيقي جي بحر ۾ لهندين، توکي تہ اها منزل ڏکي پوندي، دلبر!‘

’پوءِ؟‘ محمّد صادق پريشان ٿي ويو.

’پهريون مجازي عشق جي مچ مان لنگهہ. پوءِ انهيءَ ڏاڪڻ تي چڙهي اوڏانهن وڃ. جيستائين اندر ۾ مجاز جي محبت جو مچ نہ ٻرندو تيسائين ٻي منزل جو بار کڻڻ مشڪل آ. دلبر ....! هاٺي وڃي ووڙ جاتي نظارو ٿي ويئي. اتي لهي پئہ ميدان ۾. انهيءَ ميدان ۾ نفس کي بہ قابو ڪرڻو آ. جڳ جي لعنت ملامت کي بہ سهڻو آ. سهڻن جي جور وجفا ۽ سور سختين کي بہ منهن ڏيڻو آ. پر ڪن ٽوپيءَ جي عشق کان پاسو ڪجانءِ.‘

’ڇو؟‘ محمد صادق پڇي ويٺو.

’ڪن ٽوپيءَ جو عشق معنيٰ، ککر ۾ ڪڙو هڻڻ. وڻ تان جهيڙو لاهڻ ٿي. وڏي ملامت. وڏي قشري آ بابا ....! هي سامهون ڪن ٽوپيءَ جو هنيل پيو ٿي.‘ فقير مهندار هڪ قبر ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايس، جنهن تي ٽوٽا ڄميا پيا ها.

’ٻڌايانءِ ٿو تہ سومر فقير ايڏو ڪلٽو هيو جو چئي بس ڪر. هتان جو سلامي هيو. شهر ۾ ڪپڙي جو دڪان هيس. هڪڙي ڪارڙي ڪنپارڙي ڪپڙو ونڻ آئي .... نظارو بادشاه آ .... اهڙو نظارو ٿي ويس، جو سومر سائين نہ ڏسي تہ اڻ ترڻ، جيءَ ۾ جهوري، پنهنجي منهن روئندو وتي ..... لوڪ ٻوڪ، دهل تي ڏونڪو لڳو، ملامت شروع ٿي وئي. ڪن سومر سائين کي چيو تہ سائين مائيءَ ۾ رکيو ڇاهي؟ نہ منهن نہ مهانڊو، گڏهہ جو آنڊو. مٿان وري ڏندن ۾ وٿيون. چئي، ابا! انهيءَ وٿين تي تہ عاشق ٿيو آن. هوڏانهن لوڪ، مالڪن کي طعنا تنڪا هٽي تائي تپائي ڏنو. مالڪن جوش کائي، سومر سائين جي

# فراق جي منزل ـــ65

دوڪان تي لٺ ڪهاڙي ڏُڪي سان اچي پهتا. سائين ڪي گارگند ڏنائون. سائين چين، ڳالهہ ڪيو مقصد جي. چيائون، تون اسان جا ننگ ٿو تڪين. بري نيت سان. انهن جو ائين چوڻ، سائين دير ئي نہ ڪئي. ڪئنچي ڪٽي نازڪ عضوي واري نس ڪتي، هٿ ۾ ڏنائين. چيائين ابا بس! اچا بہ ڪا بري نيت آهي!؟'

'پوءِ؟' محمد صادق، حيرت ۾ غرق ٿيندي پڇيو.

'پوءِ تہ ڏاڍا شڪي ٿيا. سائين پوءِ مست ٿي هٽ پهتو. ڦتڙا ٿي پيس. سال ڪان پوءِ پيالو ڪري ويو.'

'سائين ڪي ٻار ٻچا هيا؟'

'ها، بابا! هڪ پٽ بہ نياٽيون اٿس.رمضان واري عيد تي ايندا آهن.' ڪي گهڙيون تہ ٻئي خاموش رهيا. مهندار فقير تہ الائي ڪهڙي خيالن ۾ غرق ٿي ويو پر محمد صادق، تصور ۾ جڻ پنهنجي جوءِ جي ڏنڊن جي وٿين ۾ اٽڪي پيو. تہ ڪيس اهڙيون وٿيون هيون يا نہ.....!؟

'دلبر! هيءَ حضرت عشق آ. ائين بہ ناهي تہ رڳو ڪن توپيءَ جي عشق ۾ آزار آ. پر چوڪري جو نظارو بہ ڏاڍو ڏکيو ٿي. انهن جا هنيا بہ سڏا نہ ٿيا ... عشق نانگ آهي، خبر ڪاڏن ڪي پئي ... هي ڏاڪٽين ڪنڌ تي وڏي ٻني ڏسين ٿو اتي عشق جو اهڙو ڏنگيل پيو ٿي.'

محمد صادق، ڏکڻ ڏي ڪنڌ ورائي ڏٺو. واقعي هڪڙي سيمنٽ سان جڙيل قبر نروار بيني هئي. نہ رهي سگهيو تہ پڇي ويٺو.

'اها ڳالهہ ڪيئن آ ....!؟'

'اها بہ وڏي ڳالهہ آ دلبر ....! انهيءَ عاشق جي بہ وڏي منزل آ. انگريزي ماستر هيو. نئون نئون بدلي ٿي آيو. ڳوٺ ڪرم علي ۾ ڏهون درجو پئي پڙهايائين. پڙهائيندي، هڪ ڏينهن اوچتو پنئين بئنچ تي ويٺل هڪ چوڪري سان نظارو ٿي ويس. نگاهون جمي ويس. سائين، ڪان هٽ مان چاڪ چڏائجي ڪري پيو. دانهن نڪري ويس: 'واه جو تون آن ....' بس پوءِ تہ زبان تي اهو ڪلام هوندو هيس. 'سڪ رمز وجود وڃاوڻ دي، نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي ....' آخر ۾ صفا مجذوب ٿي هتي پهتو. هڪڙي ڏينهن انهيءَ ڳوٺ جو ماڻهو هتي پهتو. ٻڌايائينس، سائين، اوهان وارو محبوب تہ گذاري ويو. مجذوب دانهن ڪري چيو'هان! مالڪ سفر تي روانہ ٿي ويا. آءَ

اجان ستو پيو آهيان' ائين چئي ڪٽي بس ڪيائين. تہ اتي وچي پهتو جتي سندس محبوب هيو.'

محمد صادق وري وڏي پٽ جي اکين ۾ اٽڪي پيو. جنهن لاءِ اڪثر مٽ مائٽ ڪيس ٻڌائيندا هيا تہ ڇوڪري جون اکيون ناناڻن تي ويل آهن.

'سائين جن کي اولاد هئي؟'

'ها سائين کي ٻہ پٽ هن. هتي ايندا هن. سائين جي ٻنيءَ کي سينگارڻ' مهندار فقير ٽڏو ساهہ پريندي ڳالهہ کي اتان شروع ڪيو جتي بس ڪئي هيائين:

'ڏاڍي اوکي منزل آ. بابا! عشق پنگ ڇپتي ناهي جو ماڻهو گهوٽي ڇاڻي پي وڃي.... نہ وري اک جي ماکي آ .... زاريءَ جو جهان آ .... سوچي سمجهي قلم ڊرڻو آ. ڪاسائڻ جو ڪات آ عشق بابا!... ميان جي مقبري جي پر ۾ جا تي کبڙ اُتو لڳو پيو آ. اُتي بہ پيو تي حضرت عشق جو ڪٽل...'

'فقير سائين، اهو وري ڪيئن؟' محمد صادق جو وار وار اُپو تي ويو.

"فقير، انهيءَ عشق جي شهيد جو قصو ڏاڍو درد وارو آ. ساماڻو نالو هيس. حجامڪي ڪندو هو. شهر جو پادشاهہ ڪاريگر هو. ننهن ائين لاهيندو هو جيئن چنڊ تارو. پاڪيءَ جي ڀار اهڙي، جو سسي بہ لاهي تہ خبر نہ پوي. جنهن بہ ڪاٺس استادي ورتي، اهي اڄ بہ ياد ڪندا اٿس. هڪڙي ڏينهن ساماڻي جي دڪان تي ٻروچن جو ڇوڪرو وار لهرائڻ آيو. ساماڻي کي اهڙو رنگ لڳي ويو جو ڏنڊو ڏاڙي ڇڏي فقيري رنگ اختيار ڪيائين. يڪ تارو کنيون گهٽين ۾ گهمندو وتي. هِن هُن سمجهايس. تہ سائين ڪٿي ڪل ڪان پاسو ڪيو معشوق ڪبو آ ڪو ڪچي پنڌيءَ وارو پر سائين، سالڪن چيو آ، بوڪ نہ جاني جوتاپاتہ عشق نہ جاني جات ڪجاتہ اهو حساب هيو فقير سان بابا! جاٽئون ڇوڪرو لنگهي، فقير سائين خامت ۾ ويٺو آ. جنهن گهٽيءَ مان ڇوڪرو لنگهندو هو سائين گهٽيون ويٺو ٻهاري، ماڻهن کي پري ڪري تہ محبوب سائين اچڻو آ. آخر ٻروچن کي غيرت آئي. هڪڙي ڏينهن هڪلان ڪري، فقير کي پري بازار ۾ ڪهاڙين سان ڪيري وڌائون. اصلي هٿ جيترا پيرا ڪري ڇڏيائونس. پوءِ سرڪار جنسار سائينءَ کي خبر پئي تہ ميڙائي اچي هتي دفن ڪرايائينس.'

# فراق جي منزل ـــ 67

محمد صادق کي هڪدم ننڍو پٽ ياد اچي ويو. جنهن جي نازن ۽ نخرن کي ڏسي جوٽهس چوندي هئي، هن کي ڏاڏاٽڪي رڳ اٿئي.

'شهيد کي ٻارڙا هيا؟' محمد صادق، مهندار فقير کان پڇيو.

'ها، بابا! ولر ٻارن جو اٿس. انهن ۾ اها مٺيا ڪونهي. هتي ڪونهن ايندا ... وري بہ ڪو حياءُ وارو شاگرد اچي، سندس رياضت ڪري ويندو آ.'

"فقير سائين! اوهان بہ انهيءَ آڙاه مان گذريا آهيو؟' محمد صادق سنئون سڌو ڏکندڙ رڳ تي هٿ رکيس.

'نہ پُڇ سُور، انهن تنگ چشمن جا ... پورا ٽي سال ٿيا هن. سُهڻي جي ڊيوٽي ڏيندي صبوح جو اسڪول وڃڻ وقت روڊ تي سلامي، شام جو محبوبن جي ماڳ تي سلامي....'

'اهو محبوبن جو مارڳ ڪاٿي آ؟' محمد صادق اڻ تڻ ۾ پڇي ويٺو.

'شهر ۾ يارو جو هوٽل، باقراڻي روڊ تي اٿئہ....! تڪڙ ڪري نہ وڃجانءِ اوڏانهن. خلت خنجر سان ڪسجي ٻوٽيون ٻوٽيون ٿي وينديں ..... اصلي ٽولو ويهندو ٿي شام جو. ڪاٽيون تڪيون ڪري ...... منهنجو تہ ڪاوڙجي ويو آ، مهينو ٿيو آ تہ ناهي ايندو، اُنهيءَ هوٽل تي ..... ٻڌو ٿم ڪاليج پڙهڻ ويندو آ ..... پر وچي الائي ڪهڙي دڳ سان ٿو...... نہ ڏينهن جو آرام آ، نہ رات جو ننڊ آ .... هاڻي تہ حالت اها آهي، درد اندر دي پيڙ، ڏاڍا سخت ستايا، هجر فراق دي تير، دل ڪون مار منجهايا ....' فقير مهندار گهرو ساه ڪڍي جو شوڪارو هنيو تہ صادق علي کي ايئن لڳو ڄڻ ڪوري مان ڄر نڪتي هجي.

'فقير سائين، اوهانکي ٻارڙا ٻچڙا آهن؟' محمد صادق پڇڻ کان نہ مڙيو.

'نہ پڇ، منهنجا حاڪم ...! نہ پڇ ....' چوندي مهندار فقير ٻڌائڻ لڳو:

'ٻہ پٽ، ٽي نياڻيون چڱي ڀلي دڪانداري ڪندو هوس، 'عشق لڳا گهر وسريا، زر وسريا ور وسريا .....' مهندار فقير ڊونڊڪار ڏئي روئڻ لڳو.

'تون جو روئندين تہ اسان کي ڪير آٿت ڏيندو،' محمد صادق سيني لائي، ڀڪي ڀريس.

'بس، دلبر ....! پنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي لڳئي تہ ڪل پوئي!' مهندار فقير، پاڪر مان نڪرندي، الفي جي، دامن جي ڪنڊ سان اکيون اگهندي خاموش ٿي ويو.

# فراق جي منزل ـــ68.

سج لهي چڪو هو..... محمد صادق وچ قبرستان ۾ ڪبرن ۾ جهوت وجهيون، ايئن گم سم بيٺو رهيو. جڻ ڪائنس عشق جو اُٺ وڃائجي ويو هجي. طرحين طرحين خيال اوليندو رهيو. دل جو قاضي ڪڏهن هُن پر، ڪڏهن هِن پر تڏن ۾ جيتن جي شور ڪان وڏيڪ سندس اندر ۾ هل هلاچو مچي ويو هو.

ڪافي دير ڪان پوءِ هن هڪ نظر آستانيءَ تي وڌي. جتان بلب جي روشني وٽن جي لامن ڪي چيري پئي نڪتي. هي نظر شهر ڏانهن ڊوڙايائين، جيڏانهن محبوبن جو مارڳ هو. جتي هڪ دفعو پرت جي پيچن پوڻ سان ماڻهو بي قابو ٿي ويندو آهي. هن جا قدم ازخود، قبرستان جي وچ مان شهر ڏانهن ويندڙ پيراڳي تي تيز تيز هلڻ لڳا. وڻ، روڊ، گهٽيون پنتي ٿيندا پئي ويا ۽ هو اڳتي.....

گهر جي هڪ در تي پاڻ مرادو سندس قدم رڪجي ويا. هن جو هٿ وڌيو. مخصوص انداز ۾ دروازو کڙڪايائين. دروازو کليو. جڻ ڪو سندس انتظار ۾ بيٺو هو. هو زال جي ڇهري ڪي عجيب نظرن سان گهوريندي رهيو جيڪا الائي ڪهڙي سوچ ۾ ڪبڌ هيٺ ڪيون بيٺي هئي. هن امالڪ ڇڪي ڪٽي سيني سان لاتس. سانوري ڇهري ڪي ٻنهي هٿن ۾ جهلي، نظرون ڪپائيندي پڇيائينس، 'محبوب سائين، ناراض آهيو ڇا؟'

'مان ڪير ٿيندي آن، ناراض ٿيڻ واري' جوٽس، شرم ۾ وٺيءَ وانگر سندس پاڪر ۾ سُسندي چپ ڇوريا.

محمد صادق، سندس ڇوريل ڇپن مان، ڏندن جي اها وٿي ڏسي ورتي، جنهن مان ڪيس محبوبيت جا هڙئي رنگ راز ڏسڻ ۾ پئي آيا. هن ڪي ائين لڳو جڻ مارڳ محبوبن جو سندس سامهون هيو.

# فراق جي منزل ـــ69

## اَناالحق

آخرڪار اُهو ازلي ابدي سچ ڪتي آهي، جيڪو لفظن جو محتاج ناهي....؟

اُهو حق ڪٿي آهي، جيڪو ظاهر بہ آهي ۽ باطن بہ آهي.....؟

اِهو ڄاڻڻ لاءِ هُو جهنگ جهر ۽ شهر شهر رلندو رهيو. مگر هن کي نہ ملي منزل، ڪيس جنهن جي تلاش هئي. ڪڏهن ڪڏهن تہ هن کي اِن سوچ پئي ستايو تہ شايد اِهو سندس وهم ۽ خام خيالي آهي.

هلندي هلندي، جڏهن اچتو سندس آڏو بحر بي پايان اچي ويو، تہ هو حيران رهجي ويو! سمجهائين، تہ شايد اِهائي منزل آهي..... پر جڏهن ساحل تي لنگر انداز ٿيل ٻيڙيون ٻيڙا ۽ جهاز ڏٺائين تہ سمجهي ورتائين تہ منزل اڃا اڳتي آهي.....

هو ڀيريائين اُن ناوَ جي ويجهو پهتو جيڪا ڪنهن خوبصورت ڪنوار جيان سينگاريل هئي. سندس رنگبرنگ واڻنٽيون مسافرن کي هڪ انوکي سفر لاءِ ڇڻ سڏي رهيون هيون.

ناوَ جي پاڇل تي هڪ چوٽير برهمڻ وڏي اڊمبر سان ويٺو هيو. ايئن پئي لڳو تہ هو اڳ ۾ بہ ڪيتري مسافرن کي منزل رسائي چڪو آهي. هُو دعوي ڪندي چئي رهيو هو:

’ڪرم جو قانون اٽل آهي، آواگون جو چڪر آوس هلڻو آهي. چوراسي لک جوڻين کان مڪتي ڏيارڻ جو وسيلو صرف هيءَ ناوَ آهي. جيڪا مڪتي ڏياري سگهي ٿي ۽ اُها حقيقت ڏيکاري سگهي ٿي، جيڪا مڪمل روشن ۽ بي مجسم آهي‘

هن کي من ڪاڍو ٿيو تہ اُن تي چڙهي پئي ۽ اُن رنگين سفر تي روانو ٿي وڃي، جنهن جي باري ۾ برهمڻ وڏي اعتماد سان ٻڌائي رهيو آهي، مگر هڪ دلڪش آواز سندس دل ڇڪي ورتي. هن ڪنڌ ورائي، اُن طرف نظر ڊوڙائي، جتان اُهو آواز پئي آيو. هن ڏٺو تہ ڪجهہ مفاصلي تي هڪ ٻي ڊگهي ۽ ڪشادي ڪشتي لنگر انداز هئي. جنهن جي پاسن تي ڪنول جي گلن جي اُڪر ٿيل هئي. اُن تي ويٺل گيڙو رتا پهريل، مٿي ڪوڙيل، ونجهہ هٿ ۾ جهلي چئي رهيو هو:

# فراق جي منزل ـــــ70

’پيدائش غم آهي، بيماري غم آهي، موت غم آهي، اُها خواهش جا پوري نہ ٿي سگهي، غم آهي، اُن غم جي نجات هيءَ ڪشتي آهي، جيڪا مسافرن کي خواهش ۽ اهنڪار کان آزاد ڪري ٿي، ۽ ان پار وٺي وڃي ٿي، جتي نرواڻ آهي، آسودگي آهي. اها ئي حقيقت آهي، اهوئي سچ آهي.‘

پڪشوءَ جي لفظن جڻ سندس دل کسي ورتي، هُن اندر ۾ ويچاريو ’بيشڪ...... غم جي نجات ئي انسان جي منزل آهي.‘

اُن ڪشتيءَ ۾ سوار ٿيڻ لاءِ جيئن ئي هن ٻہ ٽي قدم کيا تہ هڪ صاف ۽ چٽي آواز سندس ڌيان ڇڪايو.

”سامهون بحرِ بيڪران آهي، اُن کي منهن ڏيڻ لاءِ مضبوط ٻيڙو کپي، ايئن نہ ٿي تہ بحر بيڪران ۾ هلندي ٻڏي وڃو. اِن ڪري هر مسافر کي ڏسي وائسي چڙهڻ گهرجي.‘ هن ڏٺو تہ جتان اِهو آواز پئي آيو. اُهو وڏو ٻيڙو هو جنهن نوح جي ٻيڙي جون سڪان پئي لاٿيون. اُن جي عرشي تہ هڪ دراز ريش ’ربي‘ بيٺو هو، جنهن بيٺي اِهي هوڪا پئي ڏنا ۽ چيو پئي:

’خدا جا چونڊيل بندا ئي اوهان کي، هُن پار پهچائي سگهن ٿا. اُنهن جي رهنمائي ۾ اوهان اُتي رسندءِ جتي خداوند جي صداقت جو آفتاب اُڀرندو ۽ اوهان ڏسي سگهندوءِ اُها سچائي، جنهن جا اوهان متلاشي آهيو.‘

’ربيءَ‘ جي ڳالهہ کيس پڪي پختي لڳي. هن ڏٺو ته، اُن شاهي ٻيڙي ڏانهن نظر ڊوڙائي، جيڪو ڪيترن طبقن تي مشتمل هيو. ٻيڙي کان ساحل تائين هڪ وڏو تختو رکيل هيو. جنهن تان مسافر هلندا يا ڊوڙندا، پنهنجي مال متاع سميت اندر پئي ويا. هن اجا تختي تي چڙهڻ جي پئي ڪئي، تہ گهنٽين جي ڊڙانگ ڊڙانگ کيس روڪي وڌو. هن لوڙهو ڦيرائي اُن پاسي ڏانهن ڏٺو تہ کيس هڪ جُنگ جهاز نظر پئي آيو. جهاز جي عرشي تي هڪ سفيد لباس پهريل هڪ شخص وڏي شان ۽ مان سان اُيو لڳو بيٺو هيو. سندس چهري مان سنجيدگي ۽ گنڀيرتا جو احساس پئي اُڀريو. گهنٽين جي مڪمل خاموشيءَ ڪانپوءِ هن ڌيرج سان ڳالهائڻ شروع ڪيو:

’خدا جي رحمت آهي، اُنهن مٿان جيڪي منجهيل آهن. خدا جو هٿ آهي، اُنهن جي مٿان جيڪي پتڪيل آهن. هي جُنگ جهاز ئي اُنهن کي اُتي رسائيندو جتي خدا جي بادشاهي آهي. پوءِ اُهي پنهنجي گناهگار اکين سان اُنهيءَ لازوال سچ کي ڏسي سگهندا، جيڪو خدا جي صورت ۾ اڳيان ايندو ۽

## فراق جي منزل ___.71

اُنهيءَ حقيقت کي پروڙي سگهندا، جيڪو ابنِ مريم جي صورت ۾ عيان ٿيندو.'

هو پادريءَ جي ٻاجهاري ٻوليءَ کان ڏاڍو متاثر ٿيو جو پاڻ کي ڪنهن پٽڪيل رڍ جيان محسوس ڪيائين ۽ سوچيائين، تہ هاڻي وڌيڪ سوچڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت ناهي رهي ــ

هن جا قدم ڪڏهن بہ نہ رڪجن ها، جي اِهو گونجندڙ آواز سندس ڪنن تائين نہ پهچي ها:

'هي آهي اُهو سلامتيءَ جو سفينو جيڪو اوهان کي اوڙاهن ۽ گردابن کان بچائي، اُتي پهچائيندو جتي خدا جون رحمتون آهن .... انعام ئي انعام آهن .... لاشڪ، تہ هن سلامتي واري سفيني ۾ نہ چڙهڻ وارا خساري ۾ ويندا ۽ اُتي پهچندا، جتي ٽهڪندڙ پاڻي ۽ ساڙيندڙ باهہ هوندي' هن ڏٺو تہ اُها منادي هڪ سبز پوش، سفيد ريش بزرگ پئي ڏني. هو جزا ۽ سزا وري عمل کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ سوچڻ لڳو 'اِن سلامتي واري سفيني تي چڙهڻ کانسواءِ ٻيو چارو ڪونهي.'

هُو فيصلہ ڪن مرحلي تي اچي پهتو هو تہ ماٺهن جو هڪ عجيب ٽولو سندس ڀر مان گذريو. جيڪو بي خودي ۽ سرمستيءَ جي عالم ۾، ڪليل سمونڊ طرف روان دوان هيو. هو سوچڻ لڳو تہ اِهي بغير ڪنهن حيلي ۽ وسيلي جي هِن 'بحر زخار' مان ڪيئن پار پوندا؟

پر حيرت جي حد نہ رهي، جڏهن هُن ڏٺو تہ هر هڪ 'اناالحق!' جو نعرو هڻندو گهرندو پئي ويو ۽ ريءَ ٽُرهي ترندو پئي ويو....!؟؟

# نفرتن جي آڳ ۽ خليل الله

خليل الله کي الائي ڪهڙو خيال آيو جو هو وقت جي وٿي کي پار ڪري نڪري پيو. ايئن جيئن، 'اُر' شهر مان ساڍا ٽي هزار سال اڳ نڪتو هو. هن پيري تن تنها هيو. ڪيس دوستن ۽ احبابن جي ضرورت نہ هئي. ڇو تہ هن کي يقين هو تہ هاڻي سندس اولاد (روحاني ۽ جسماني) سڄي ڌرتي تي پکڙجي وئي هوندي، جو هن سان اِهو خداوند جو پڪو واعدو ٿيل هو جيڪو هن ڪيئي دفعا ڪندي فرمايو هيو. هن کي ياد پئي آيو تہ هڪ دفعو اُن وقت جڏهن هو 'حاران' ۾ هيو تہ خداوند حڪم ڪندي چيو:

'تون پنهنجي ملڪ مان ۽ پنهنجي مائٽن مان ۽ پنهنجي پيءُ جي گهر مان نڪري، اُنهيءَ ملڪ ۾ وڃ جو آءٌ توکي ڏيکاريندس. آءٌ تومان هڪڙي وڏي قوم پيدا ڪندس، توکي برڪت ڏيندس، تنهنجو نالو سرفراز ڪندس ۽ تون برڪت جو سبب ٿيندين. جيڪي توکي مبارڪ چوندا، تن کي آءٌ برڪت ڏيندس ۽ جيڪي توکي پٽيندا، تن تي لعنت ڪندس. توکان زمين جي سيني قبيلن کي برڪت ملندي'

ٻيو دفعو اُن وقت جڏهن خداوند جو ڪلام 'رويا' ۾ نازل ٿيو خداوند چيو:

'اي ابرام! ڊڄ نہ. آنءُ تنهنجي ڍال ۽ تنهنجو وڏو انعام آهيان.

ابرام وراڻيو 'اي خدا، تون مون کي ڇا ڏيندين...؟ آءٌ تہ بي اولاد آهيان.....'

خداوند فرمايو' تہ هاڻي آسمان ڏانهن نهار ۽ جي تارن کي ڳڻي سگهين تہ ڳڻ....! تنهنجي اولاد ايتري ئي ٿيندي'

ٽيون دفعو تڏهن جڏهن هو نوانوي ورهين جو ٿيو. تڏهن خداوند ابرام کي ڏيکارِي ڏني ۽ چيائين تہ 'آءٌ قادر مطلق آهيان. تون منهنجي حضور ۾ هلُ ۽ ڪامل ٿي. آءٌ پنهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ عهد ڪندس ۽ توکي گهڻو وڌائيندس'

تڏهن ابرام جهڪي سجدو ڪيو ۽ خدا ساڻس ڳالهايو ۽ چيو 'ڏس! منهنجو توسان عهد آهي. تون گهڻن قومن جو پيءُ ٿيندين. اڳتي تنهنجو نالو ابرام نہ ابراهيم سڏبو. ڇالاءِ جو مون توکي گهڻين قومن جو پيءُ ڪيو آهي'

اِها بہ حقيقت هئي تہ هُو مذهبي حوالي سان دنيا جي ٽن وڏين قومن جو ابو ڏاڏو ٿي چڪو هو جيڪي هن ڌرتيءَ تي سڀن کان وڌيڪ تعداد ۾ هيا.

هن پهريائين پنهنجي اُن قوم کي ڏسڻ پئي چاهيو جيڪا خداوند جي ڏنل واعدي واري زمين تي رهي پئي هئي. جيڪا پنهنجي ذهانت ۽ فطانت جي ڪري مشهور هئي. جنهن سر زمين کان هن وحدانيت جي نظريي کي پکيڙي، عالم آشڪار ڪيو هو. خدا جي واعدي ۾ ڏنل زمين جي گهٽين مان گهمندي سندس اکيون پئي ٺريون، هن کي لڳو ته خدا جو واعدو حقيقت ۾ تبديل ٿي چڪو هو. هر عورت کيس 'ساره' ۽ 'هاجران' وانگر ۽ هر مرد کيس 'اسحاق' ۽ 'اسماعيل' وانگر فرمانبردار پئي لڳو. هو شهر جي رستن تي هلندي هلندي، هڪ صاف ستري 'هيڪل' ۾ گهري ويو. جتي هڪ دراز ريش 'رَبي' مطالعي ۾ مصروف هيو. هي سندس اڳيان ٿي بيٺو ۽ پڇيائين:

'تون مون کي سڃاڻين ٿو؟'

ربيءَ نخوت سان جواب ڏنو 'نه!'

'اي منهنجي نيڻن جا ٺار....! مون کي سڃاڻ....! مان اسحاق ۽ اسماعيل جو پيءُ ....! اُهو ئي ابراهيم آهيان. جنهن 'اُر' شهر ۾ وحدانيت جي پرچار ڪئي هئي. ۽ وقت جي جابر بادشاه 'نمرود' اُن پاداش ۾ مون کي هڪ وڏي باهه جي آڙاهه ۾ اڇلارايو هو.'

'پوءِ توکي ساڙڻ بجاءِ، اُها باهه گل وگلزار ٿي وئي هئي!؟' ربيءَ طنزيه انداز ۾ چيو.

'بالڪل!' خليل الله وراڻيو.

'جيڪڏهن هاڻي به توکي اهڙي آڳ مان گذاريو وڃي، ته ايئن ٿيندو؟' ربيءَ سوال ڪيس.

'ايئن ئي ٿيڻ گهرجي.... ڇو ته خداوند منهنجو دوست آهي.'

'ته پوءِ دير ڇاجي، توکي هاڻي ئي شهر جي ڪنهن صنعتي علائقي ۾ وٺي ٿا هلئون.' ايئن چئي ربي اُٿي پيو ۽ ڪجهه ماڻهو ساڻ ڪري، هڪ مهلڪ هٿيارن جي ڪارخاني ۾ کيس وٺي آيو. جتي ڪيترائي آڳ جا بٺا دهڪي رهيا هيا.

خليل الله کي يقين هيو ته آڳ کيس ڪجهه نه ڪندي، اِن ڪري هو پر اعتماد هو. هُو دهڪندڙ بٺي جي پرسان بيهي رهيو ۽ ربي سندس پٺيان بيهي هڪ زوردار ڌڪو ڏنو. خليل الله بٺي ۾ ڪريو ۽ ڪرڻ سان ئي جرڪجي ويو.

# فراق جي منزل ـــ.74

اِهو ڏسي ربيءَ نهايت نخوت سان چيو. 'جي هي سچو ابراهيم خليل الله هجي ها، تہ هر گز نہ سڙي ها.' پر ٿوري دير ڪانپوءِ، هن جون ڏنديون آڱريون اچي ويون، جڏهن هن ڏٺو تہ خليل الله، صحيح سلامت سندس پر ۾ بيٺو هيو.

'مون کي يقين تہ نہ ٿو اچي، تہ هڪ ماڻهو سڙڻ کانپوءِ بہ زنده رهي سگهي ٿو. پر پوءِ بہ اچا هڪ شڪ جي گنجائش آهي؟'

'پنهنجو شڪ ٻڌاءِ؟' خليل الله کائنس پڇيو.

'جي تون واقعي ابراهيم خليل الله آهين، تہ پوءِ تون ٻهريان ڇو سڙي وئين ...؟ ۽ دهڪندڙ بنو تنهنجي لاءِ ٿڌو ڇو نہ ٿيو...؟'

'واقعي، اِهو هڪ اهم سوال آهي .... مان اِن جو جواب پنهنجي دوست خداوند کان پڇي پوءِ ٻڌائيندس!' اِهو چئي خليل الله غائب ٿي ويو ـــ

هاڻي هو پنهنجي ٻي قوم وٽ پهتو جن جا شهر عاليشان ۽ سڙڪون ڪشاديون هيون. هو سيئي علم ۽ حرفت ۾ يڪتا پئي لڳا. هن کي ڏاڍي خوشي ٿي، جڏهن هن ڏٺو تہ سندس هيءَ قوم ڏاڍو ترقي يافتہ آهي. هن کي شهر جي وچ ۾ هڪ اوچي ڳاٽ واري عمارت نظر آئي، جنهن جي وڃندڙ گهنٽن مان الستي آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيا. سندس شاندار بيهڪ مان هو سمجهي ويو تہ پڪ سان اها سندن عبادت گاه هوندي

هُو ڪليسا ۾ گهڙيو. هن هڪ پادري کي ڏٺو جيڪو عجز و انڪساريءَ جي تصوير بڻيو ويٺو هو. ماڻهو هيا، جو سندس هٿن کي بوسہ ڏئي، ڪيس 'مقدس پيءُ' سڏي رهيا هيا.

خليل الله سندس سامهون آيو ۽ چيائين، 'تون مون کي سڃاڻي ٿو؟'

'تون پڪ سان گناهگار انسان جي حيثيت سان، گناهہ بخشائڻ آيو هوندين!؟' پادريءَ چتائي ڏسندي، ڪيس چيو.

ابراهيم خليل الله ورائيو 'اي ابن مريم جا پوئلڳ ...! توکي اِهو ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿيندي، تہ مان توهان جو روحاني ڏاڏو ابراهيم خليل الله آهيان.....!'

'مون وٽ تہ خدا جي دعويٰ ڪرڻ وارا بہ ايندا آهن .... پر مان اُنهن جي مغفرت لاءِ بہ دعاگهرندو آهيان. اُنهن آڏو تنهنجي دعويٰ تہ ڪجهہ بہ ناهي.' پادري مشڪندي ورائيو.

# فراق جي منزل ـــ75.

’يقين ڄاڻ تہ مان اُهو ئي آهيان، جنهن کي نمرود جي آڳ ۾ اڇلايو ويو هو.... ساره ۽ حاجره جو مڙس ..... اسحاق ۽ اسماعيل جو پيءُ!‘، خليل الله ڪيس حوالا ڏيندي ٻڌايو.

’جي تون پنهنجي دعوئ تي بضد آهين، تہ پوءِ پنهنجي سچائي کي ثابت ڪرڻ لاءِ توکي اسان جي آڳ مان بہ گذرڻو پوندو.‘ پادري کيس ڌيڄاريندي وراڻيو.

’ها، مان اوهان جي آڳ مان بہ گذري ڏسندس ۽ پنهنجي سچائيءَ کي ثابت ڪندس!‘ خليل الله وراڻيو. هن سوچيو تہ هن ڀيري آڳ، ساڻس ڏوکو نہ ڪندي، جيئن پهريان ڪيو هيائين.

پادري، ڪجھ ماڻهو ساڻ ڪري، ابراهيم خليل الله کي، هڪ وڏي ائتمي گهر ۾ وٺي آيو جنهن جي ڪورن ۾ تيز باھ ٻري رهي هئي. پادري کيس هڪ اهڙي آٽوميٽڪ ڪرسيءَ تي ويهڻ جو اشارو ڪيو، جنهن تي ويهڻ کانپوءِ صرف بٽڻ دٻائڻ جي دير هئي. ابراهيم خليل الله، پاڻهي هلندو وڃي ڪوري ۾ ڪريو ۽ ڪرڻ سان ئي ڀسم ٿي ويو.

’هُن پنهنجي ڪئي جي سزا ڀوڳي...! هاڻي هن جي مغفرت لاءِ کهڙي دعا گهُرجي.‘ پادري ٺٺوڙ شوڪارو ڀريندي چيو.

ٿوري دير کانپوءِ، جڏهن هن پنهنجي پير ۾ خليل الله کي ڏٺو تہ ڪجھ شرمنده ٿيو ۽ چيائين، ’جي تون شعبده باز آهين، تہ اسان جي اليڪٽرانڪ ميڊيا جي زينت بڻجي سگهين ٿو. پر جي خدا جو سچو نبي آهين. تہ پهريان آڳ ۾ سڙي وڃڻ ۽ آڳ جو گل وگلزار نہ ٿيڻ ڇا معنيٰ رکي ٿو؟‘

’ها، تون بہ صحيح ٿو چوين .... مان پنهنجي دوست خداوند کان پڇي، توکي ضرور ٻڌائيندس!‘ اِهي چئي خليل الله الوپ ٿي ويو ـــ

هاڻي، هو پنهنجي اُنهيءَ ٽئين قوم وٽ آيو هو. جنهن کي قدرت طرفان، زمين جا بيش بها خزانہ عطا ٿيل ها. يعني وٽن تيل ۽ معدنيات جي فراواني هئي. کيس هر طرف خوشحالي موجزن نظر پئي آئي. شهر جي وچ ۾ هڪ عاليشان عبادت گاھ جلوه افروز هئي، سندس گنبذن ۽ مينارن جي نقش نگارن اکين کي فرحت ۽ دل کي سڪون پئي ڏنو. هو هڪدم اندر گهريو اُن هڪ حُجري ۾ هڪ مولانا کي خشوع و خضوع سان ويٺل ڏٺو. جنهن کيس ڏسي هڪدم پڇيو:

’اي اجنبي، تون ڪير آهين...؟ ۽ بنا اجازت ڇو اندر آيو آهين!؟‘

’خدا توکي سلامت رکي .... اي اسماعيل جي اولاد جا پوئلڳ، مان ابراهيم آهيان،‘ خليل الله وراڻيو.

’اي فاطر العقل! ڇا توکي خبر نہ آهي تہ ان دعويٰ جي سزا ڏاڍي ڳري ۽ سخت آهي!؟‘ مولانا سختيءَ سان پڇيس.

’يقين ڪر .... مان اُهو ئي آهيان .... جنهن کي جڏهن نمرود، پنهنجي تيار ڪيل آڙاهہ ۾ اڇلايو هو. تہ خدا باهہ کي حڪم ڏنو هو: ’اي باهہ ....! ابراهيم تي سلامتي واري ۽ ٿڌي ٿي پئہ!‘

’مان ڪيئن يقين ڪيان، جيستائين توکي اُن آزمائش مان نہ گذاريان!‘ مولانا وراڻيو.

’مان تنهنجي باهہ مان گذرڻ لاءِ تيار آهيان. ٿي سگهي ٿو تہ هن ڀيري معجزو مڪمل ٿئي ۽ پشيماني نہ ٿئي.‘ خليل الله معجزي مڪمل ٿيڻ جي آرزو رکندي چيو.

’تہ پوءِ هل باهر، تہ توکي آزمايون!‘

مولانا، خليل الله کي شهر جي چوڪ تي وٺي آيو.

هن پهريائين پيٽرول جو ڪنستر گهرائي، مٿائنس هاريو ۽ پوءِ تيلي ڏنائينس. ٿوري ئي دير ۾ ابراهيم خليل الله ڀڙ ڀڙ ٻڄي ويو ۽ پوءِ خاڪ ٿي ويو.

اِهو ڏسي مولانا اطمينان وچان چيو: ’سچ تہ هو ڪاذب هو. تڏهن تہ اسان جي لڳايل آڳ مان نہ گذري سگهيو.‘

شهر جا رونشي ڪوڙيا ماڻهو اِهو تماشو ڏسي، مولانا جي تائيد ۾ ڪنڌ ڌوڻي اڳتي وڌي ويا. پر مولانا سراپا حيرت ٻڄي ويو. جڏهن ڏٺائين تہ خليل الله، زنده جاويد سندس پر ۾ بيٺو هيو.

’هي ڇا، تون وري جيئرو ٿي وئين ....؟ تون ساحر تہ ناهين!؟‘

’نہ مان ساحر ناهيان. پر ابراهيم خليل الله آهيان.‘

’جي تون اُهو آهين، تہ پوءِ باهہ ٿڌي ڇو نہ ٿي، ۽ تون پهريان ڇو سڙي وئين!؟‘

’اها مون کي بہ حيرت آهي ...اِن جو جواب مان پنهنجي دوست خداوند کان پڇي، توکي ضرور ٻڌائيندس!‘ اِهو چئي ابراهيم خليل الله اکين اڳيان اوجهل ٿي ويو.

# فراق جي منزل ـــ.77

جڏهن رات جي سانت ۾.... هيڪل ۾ ربي، ڪلسيا ۾ پادري، ۽ مسجد ۾ ملان، پنهنجي پنهنجي عبادت ۾ مشغول هيا، تہ ڪين ابراهيم خليل الله جو آواز/ جواب ٻڌڻ ۾ آيو:

’اي منهنجي تنهي قومن جا جليل القدر مذهبي پيشوائو...! مان جڏهن اِهو سوال خداوند کان ڪيو تہ مان پنهنجي تنهي قومن جي لڳايل آڳ ۾ ڪهڙيون ڇو سڙي ويس ۽ پوءِ جيئرو ٿيس....؟؟؟ تہ خداوند فرمايو:

اُنهن جي نفرت وچان لڳايل آڳ، نمرود جي آڳ کان لکين دفعا وڌيڪ تيز ۽ ساڙيندڙ آهي.....

# فراق جي منزل ـــ78.

# رُباعي

هو شهر 'اصفهان' (جيjay) مان تخت نشيني جي ويڙهه ۽ خانہ جنگي کان بيزار ٿي نڪتو هوــــ

غياث الدين ابو الفتح عمر بن ابراهيم النيشاپوري عرف عمر خيام در در جون ٺوڪرون کائيندو اچي 'بغداد' پهتو. هن سوچيو تہ بغداد ۾ هو آرام ۽ سڪون جي زندگي گذاريندو. پر ائين نہ ٿيو. جئين تہ سندس نون خيالن ۽ نظرين جي بغداد ۾ هُوهواءِ ٿي وئي هئي، ان ڪري نام نهاد عالم ۽ دانشور سندس دشمن ۽ حريف ٿي پيا. کيس ڪي ڪافر، تہ ڪي شاعر، ڪي مُلحد، تہ ڪي حسن بن صباح جي دوستيءَ جي حوالي سان مرتد چئي متائنس فتوائون ڏيارڻ لڳا. عمر خيام انهن الزامن کان آجو ٿيڻ لاءِ مڪي پاڪ هليو ويو.

جيئن ئي کيس خبر پئي تہ سلجوقي سلطنت ۾ استحڪام آيو آهي ۽ ترڪ سلطان سنجر تخت نشين ٿيو آهي ۽ هن سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ اصفهان مان ڦيرائي 'مروَ' کي بڻايو آهي تہ هن واپسي ڪئي.

'مروَ' جيڪو آڳاٽي زماني ۾ آرين جي مقدس سر زمين 'ميرو' هئي، جنهن کي ڇهہ صديون اڳ 'هُوڻن' تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هو اُهو 'مروَ' 1118ع ۾ سلطان سنجر جي علم دوستي ۽ علم پروريءَ ڪري ڏهن وڏن ڪتب خانن، ريشم جي سوين دوڪانن، ڪشادن رستن، اوچين ماڙين، ڦلدار باغن ۽ خوبصورت سرائن جو شهر بڻجي ويو هو. شهر ڏسندي ئي ڏسندي ڏيڍ لک آبادي ۽ سادِن ٽن هزار ايڪڙن تي ڦهلجي، دنيا جي مشهور عالمن ۽ فاضلن جي آماجگاهہ بڻجي ويو. ۽ انهن سيني عالمن ۾ عمر خيام جي قدر ۽ منزلت نمايان هئي. جنهن کي سلطان سنجر تخت شاهي جي برابر واري مسند تي ويهاريندو هو.

هُو 'مروَ' ۾ سلطان سنجر جي 'باب سنجن' ۾ ٺهرايل اُن خوبصورت ۽ اوچي رصدگاهہ تي ڪم ڪرڻ لڳو. جيڪا هڪ سرسبز پهاڙيءَ تي گلن ڦلن ۽ ميوون جي باغ ۾ ڪرَ ڪنيون بيني هئي. هڪ سائنسدان جي حيثيت

# فراق جي منزل ـــ79

سان عمر خيام دل لڳائي ڪم ڪيو. موسم جي پيشنگوئين جي حوالي سان هن نوان نُقطا ۽ طريقا ڏنا. جن سان موسم جي تبديليءَ بابت، پنج ڏينهن اڳ صحيح پيشنگوئيون ڪري سگهجن پيون. هن رياضيءَ ۾ جاميٽري ۽ الجبرا جي حوالي سان نوان نظريہ پيش ڪيا.

اهڙن شاندار ڪمن جي باوجود بہ شاهي درٻار ۾ سندس مخالفت گهٽ نہ ٿي. شهرت ۽ عزت، سندس لاءِ حسد ۽ ساڙ جو سبب بڻجي وئي. شاهي درٻار جا وزير، ترڪ امير، تاتاري سردار، درٻاري قصيده گو شاعر ۽ شهر جا مشائخ، محتسب، مفتي، قاضي ۽ خشڪ زاهد، سڀئي سندس ڪڏ پئجي ويا.

هڪ ڏينهن سلطان سنجر، وڏي خوشگوار خيال ۾ شاهي تخت تي براجمان هو. سلطان سنجر، سڀني وزيرن، اميرن، سردارن، عالمن، فاضلن تي هڪ طائرانہ نظر ڦيرائيندي چيو 'مان ڪيڏو نہ خوشنصيب سلطان آهيان، جو 'مَروَ' ۾ دنيا جي ذهين وزيرن، وفادار اميرن، بهادر سردارن، علم جي اڪابرن ۽ شرفائن جي وچ ۾ ويٺو آهيان. بس ڪمي آهي تہ عمر خيام جي، جيڪو رصدگاهہ ۾ هن وقت ويٺو ستارن کي تڪيندو هوندو. پر هن جي ڪم ۾ مخل ٿيڻ بہ نہ ٿو چاهيان، جو هو پنهنجي دور جو وڏو داناءُ آهي. ان کري پنهنجي مرضي جو مالڪ آهي تہ جڏهن بہ دل ڪريس تہ شاهي درٻار ۾ اچي ۽ وڃي.'

سلطان جي اها ڳالهہ سڀني ويٺلن کي نہ وڻي، پر پوءِ بہ سڀني پنهنجي لبن تي منافقانہ انداز ۾ 'بيشڪ!' چيو ۽ 'واهہ واهہ' ڪئي.

سلطان سنجر، قصيده گو درٻاري شاعر تي خاص نگاهہ وجهندي چيو 'اي شاهي درٻار جا شاعر ....! اڄ ڪي اهڙا شعر ٻڌاءِ، جنهن ۾ منهنجي قصيده گوئي نہ هجي. ڪا نئين ڳالهہ ڪو نئون خيال هجي...'

درٻاري شاعر نهايت ادب سان وراڻيو. 'حضور .....! خاڪم بدهن! مان تہ اهڙي شاعري ئي نہ ڄاڻان، جنهن ۾ اوهان جي ساراهہ ۽ ثنا نہ هجي. پر جي اجازت هجي تہ ڪنهن ٻي شاعر جي شاعري پيش ڪجي.'

'اجازت آهي!' سلطان سنجر وراڻيو.

درٻاري شاعر هڪ رباعي ٻڌائڻ لڳو:

## فراق جي منزل ـــــ.80

نـي لائق مسجدم نـہ در خورد کنشت،
ايزد داند گل مارا چہ سرشت.
چون کافر درويشم وچون قحبہ زشت.
نـہ دين و نـہ دنيا و نـہ اميد بهشت.

(نـہ مان مسجد ۾ وڃڻ جي لائق آهيان، نـہ آتشڪدي جي قابل آهيان. خدا ئي بهتر ڄاڻي ٿو تـہ مان ڪهڙي مٽيءَ جو ٺهيل آهيان. مان هڪ بدڪار فاحشہ عورت جيان آهيان يا ڪنهن درويش ڪافر جيان. مو ن کي نـہ دنيا جي پرواهہ آهي، نـہ دين سان لڳاءُ آهي . نـہ بهشت جي اميد آهي.)

سلطان سنجر شعر ٻڌڻ کان پوءِ، دربار ۾ ويٺلن ڏانهن ڏسي پڇيو:

'اها رباعي ڪنهن جي آهي؟'

'شهر جو ڪو عام گمنام شاعر آهي، جنهن جي اها رباعي عام ماڻهن ۾ ڏاڍي مقبول آهي.' درباري شاعر ڄاڻي ٻجهي شاعر جو نالو نـہ ٻڌائيندي چيو.

'اوهان کي اها رباعي ڪيئن لڳي؟' سلطان سنجر، رباعي بابت راءِ وٺڻ لاءِ سڀني درٻارين کان پڇيو.

هڪ وزير باتدبير وراڻيو 'شاعر جي اها رباعي اُن خوبصورت بلا جيان آهي، جيڪا ٻاهر کان سهڻي، پر اندر ۾ خونخوار هوندي آهي.'

هڪ ترڪ امير وراڻيو 'شاعر گستاخ ۽ بيوقوف آهي!'

هڪ تاتاري سردار وراڻيو 'شاعر سزا جو مستحق آهي.'

شيخ صاحب فرمايو 'شاعر زنديق آهي!'

محتسب چيو 'شاعر سامي مذهبن جو انڪاري ۽ منجهس آريائي روح پيل آهي.'

مفتي چيو 'مرتد آهي!'

قاضي وراڻيو 'دهريو آهي ۽ واجب القتل آهي.'

هڪ خشڪ زاهد، پنهنجي سفيد ريش تي هٿ ڦيرائيندي، آخري راءِ ڏيندي چيو 'شاعر جي رباعي 'مروَ' شهر جي بدنام فحاشہ پروين مثل آهي، جيڪا شرافت ۽ صداقت کان عاري آهي.'

# فراق جي منزل ـــ 81.

ان دوران عمر خيام شاهي دربار ۾ داخل ٿي، شاهي تخت جي پير ۾ رکيل مسند تي اچي ويٺو.

’چڱو ٿيو جو تون اچي وئين عمر!‘ سلطان سنجر، عمر خيام کي ڏسندي چيو ’ مان هڪ شاعر لاءِ ايترا مختلف رايا ڪڍهن بہ ناهن ٻڌا. تون بہ پهريائين اُها رباعي ٻڌ ۽ پوءِ پنهنجي راءِ ڏي.....‘

ائين چئي سلطان سنجر، درباري قصيده گو شاعر کي ڏنو درباري شاعر ساڳي رباعي ورجائي. پوءِ سيني راءِ ڏيندڙ درٻارين کي ڏٺو. هر هڪ پنهنجو رايو ورجايو تہ سلطان سنجر، عمر خيام کي چيو ’تنهنجي ڇا راءِ آهي، ان رباعي لاءِ.....؟ تنهنجي راءِ کان پوءِ اُن شاعر لاءِ فيصلو ڪيو ويندو تہ ڪيس اهڙي رباعي تخليق ڪرڻ لاءِ خراج تحسين ڏنو وڃي يا سزا ....!؟‘

اهو ٻڌي سيني راءِ ڏيندڙ درٻارين جي منهن تي رونق اچي وئي، تہ پهريون دفعو عمر خيام سندن تذليل جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاٿو آهي. پر عمر خيام نهايت بردباري ۽ سنجيدگي سان وراڻيو ’سلطان عالي مقام ....! منهنجي راءِ بہ اُها هوندي، جيڪا مَروَ شهر جي بدنام ترين فحاشہ پروين جي هوندي!‘

هڪدم سلطاني حڪم صادر ٿيو:

’تہ پوءِ سيني درٻارين لاءِ اهو حڪم آهي، تہ اڄ رات ئي شهر جي مشهور فحاشہ کان ان رباعي بابت راءِ ورتي وڃي ۽ سڀاڻي ٻڌائي وڃي تہ جيئن مابدولت پنهنجو آخري فيصلو ٻڌائين.‘

سلطاني حڪم جي دير هئي. عمر خيام سميت سڀئي وزير، امير، سردار، مشائخ، مفتي، محتسب، قاضي ۽ زاهد اُٿي کڙا ٿيا.

’مَروَ‘ شهر جي ڪشادن رستن کان ٿيندا، انهن سوڙهين گهٽين ۾ پهتا، جتي عاشق پروانن جي کلهي گس لڳي پئي هئي. هر طرف معشوق حُور وشن جا ٽولا هيا. محبوبانہ ادائون هر ايندڙ ويندڙ مٿان وڄ جيان پئي ڪريون. نيٺ سرڪاري سپاهہ جي اڳواٽيءَ ۾ اُنهيءَ جاءِ تي پهتا، جتي پروين، پري کان ئي فتنہ انگيز ۽ شوخ چشم لڳي ويٺي هئي. ويجهي پهچڻ تي سندس ڪپڙن جي انڊلٺي رنگن هر ڪنهن کي پئي هرڪايو. سندس

# فراق جي منزل ـــ82

جسم جي انگن تي اڪيون اٽڪي اٽڪي پئي پيون. هر انگ متوازن ۽ مشڪ مليل، چپ گلاب جون پنکڙيون تہ اک نرگس، منهن مهتاب تہ گردن صراحيدار .... مطلب تہ رمزن ۽ غمزن سان ڪاري قيامت برپا ڪيون ويئي هئي. ڏسڻ سان سيئي اُمراءَ ۽ شرفاءَ ونجي ويا ها. پر خان شوخائي جي ڪري هڙئي خاموش هيا. خشڪ زاهد منهن جي وڏي پڪائي سان خاموشي ٽوڙي ۽ وڏي نخوت سان چيو:

'اي شهر جي بد مست ۽ بيغيرت ۽ بي حيا عورت! اڄ اسان شاهي حڪم تحت، تنهنجي دهليز تي ان ڪري آيا آهيون، تہ تون هڪ شاعر ناهنجار جي هڪ رباعي تي پنهنجي راءِ ڏين. جيڪا تو مثل بدمست ۽ بداخلاقي جو مظهر آهي. جنهن جي بنياد تي دنيا جو عظيم سلطان سنجر، اُن شاعر جي قسمت جو فيصلو ٻڌائيندو.'

پروين، نگاهِ نيم باز کڻي سيني آيلن کي هڪ وار ڏٺو تہ دڙيون نڪري وين. لب ڪشائي ڪيائين تہ غنچۂ دهن مان آواز نڪتو.

'پهريان رباعي ٻڌائي وڃي، تہ راءِ جو اظهار ڪجي!'

درباري قصيده گو شاعر، رباعي ورجائڻ ۾ دير ئي نہ ڪئي.

پروين ٻڌڻ کان پوءِ لب کوليا تہ جُوي ڪهڪشان روان ٿي وئي:

'اي شاهي دربار سان وابستہ زاهد .....! مان ڪنيز جي کهڙي راءِ هوندي. بس مان بہ اوهان کي جواب ۾، هڪ اهڙي ٻڌل رباعي ٻڌايان ٿي، جيڪا سلطان سنجر ذيشان جي خدمت ۾ پيش ڪئي وڃي تہ هُو ضرور هن ناچيز جو مطلب سمجهي ويندو.'

'جلدي ڪر ٻڌاءِ، جو تو وٽ ويهڻ اسان جي بي عزتي ۽ توهين آهي.' خشڪ زاهد ٿُرشي منجهان چيو.

پروين جي لبن جي لالي، شاخِ مرجان جيان لڏي تہ دِرعدن مان آواز نڪتو:

'زاهد بزنِ فاحشہ گفتاءِ مستي،
از خبر گستي و بہ شر پيوستي.
زن گفت چنانڪہ مي نمايم هستم
تو نيز چنانڪہ مي نمائي هستي.

## فراق جي منزل ـــ83.

( هڪ زاهد، هڪ فاحشہ عورت کي چيو تہ تون بدمست آهين. تون نيڪيءَ کان دور ۽ شر سان وابستہ ٿي وئي آهين. عورت جواب ڏنس، مان جهڙيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچان ٿي، مان اهڙي ئي آهيان. ڇا تون جهڙيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچين ٿو اهڙو ئي آهين؟'

جڏهن ٻي ڏينهن تي پروين جي ٻڌايل رباعي، سلطان سنجر آڏو رکي وئي، تہ سلطان ڳوڙهي سوچ ۾ پئجي ويو. ۽ پوءِ سوچي سمجهي اهو فيصلو ڏنائين:

اِن جو مطلب تہ شاعر منافق ۽ رياڪار ناهي. جيڪو اندر ۾ آهي، اُهوئي ٻاهر آهي. پر پوءِ بہ شاعر کي حاسدن ۽ فاسقن کان بچڻ لاءِ هيءَ رباعي ٻڌائي وڃي.

'هر راز ڪہ اندر دل دانا باشد
بايد ڪہ نهفتہ تر ز عنقا باشد
ڪاندر صدف از نهفتگي گردد دُر
آن قطره ڪہ راز دل دريا باشد.

( هر راز جو ڪنهن دانشمند جي دل ۾ ٿئي ٿو اُن کي گهرجي تہ اهڙي طرح پوشيده رکي جئين عنقا ـــ بلڪ ان کان بہ زياده. ڇو تہ قطرو سپ جي اندر لڪل هجڻ ڪري موتي بڻجي ٿو. اُهو قطرو جو درياهہ جي دل جو راز هوندو آهي.)

رباعي ٻڌڻ کان پوءِ، سڀ درٻاري نيم بسمل ٿي 'واهہ واهہ!' ڪرڻ لڳا، سواءِ عمر خيام جي، جيڪو نهايت خاموشيءَ سان هڪ نئين رباعي جوڙي رهيو هو.

# فراق جي منزل ـــ84.

# ڇوڙ جون ٻه ڏيئر

’باادب! باملاحظہ! هوشيار! نگاه روبرو!

ظل الاهي، حضرت سليمان بن دائود، داناءِ وقت، بي ريا منصف، شاعر آفاق، جوڙيندڙ هيڪل سليماني، پيغمبر انسان ۽ جن پريون، پنهنجي فڪر جي ڦرهيءَ تي آيل عقل ۽ دانش جا نڪتا نروار ڪرڻ لاءِ دربار ۾ قدم ڌري رهيو آهي!‘

دربان خاص جي ندا تي، شينهن جهڙا سخت جان، ’جاد‘ قبيلي جا ٻه سؤ سورما، سون جي پٽ چڙهيل ڀالن ۽ نيزن سان دربار جي ٻاهران سينا تاڻي قطارن ۾ بيهي رهيا. بينجمن قبيلي جا ٽي سؤ ڇاڪ ۽ چوبند سرفروش، دربار اندر جواهر جڙيل ڀالن ۽ ڪتارن سان هوشيار باش ٿي ويا .....

دربار جا جيد عالم ’عاذريہ‘، ’ابي طاهر‘ ۽ ’زدوق‘ پنهنجين عبائن، قبائن ۽ عصائن کي ٺاهيندي اٿي بيٺا. خاص درٻارين ’الي حورين‘ ۽ ’آهيجا‘ پنهنجا ڪن سرلا ڪيا. شاهي محرر ’جيهو شافات‘ باز جي پرَ جي گهڙيل نوڪ مس ۾ ٻوڙي ڇڏي. مشير، وزير، امير، گورنر سڀ هڪيا تڪيا، هڪ ڪنا ٿي ويا.

حضرت سليمان جاه و جلال ۽ رعب و تاب سان هرهڪ تي نظر ڦيرائيندي، تخت جي ڏاڪڻ تي پيش قدمي شروع ڪئي. ڏاڪڻ جي ڇهن ڏاڪن، جن جي ٻنهي پاسن کان شينهن جي هم شڪل قد ڪاٺ وارا سونا پتلا لڳل هيا. ڏاکن تي پير ڏيندي، ڏاند جهڙي شڪل واري سوني تخت تي جلوه افروز ٿيو.

حاضرين دربار بي حرڪت ۽ خاموش، جهڙاپنڊ پهڻ، ساهہ کڻڻ جي آوازن ئي رڳو زندگيءَ جو احساس پئي ڏياريو .... خدا خدا ڪندي سانت ٽٽي ...... آخرڪار، حضرت سليمان جي ياقوتي لبن مان، دانش جا بي بها موتي لفظن جي صورت ۾ نڪري پيا:

’ڇوڙ جون ٻہ ڏيئر، ٻنهي جو نالو آهي، مون کي ڏيو! اُهي ڪير ٿي سگهن ٿيون .....؟‘

ايئن چئي پاڻ دربار مان تشريف کڻي نڪتو ۽ ’يروشلم‘ کان ٻاهر بيٿل ٻارنهن هزار رٿن جي اڳواڻي ڪندي بيٿل شهر ڏانهن روانو ٿي ويو ...

# فراق جي منزل ـــ85

سڀني درٻارين جا چهرا سواليہ نشانيون ٿي ويا. مشيرن ، وزيرن ۽ اميرن ٻي وسيءَ مان شاهي محرر ڏانهن ڏٺو ۽ شاهي محرر حيرانگيءَ مان خاص درٻارين ڏانهن. خاص درٻارين پريشانيءَ مان دين جي عالمن ڏانهن ۽ دين جي عالمن شرمندگيءَ مان پنهنجا ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا .... ڪنهن بہ هام نہ هنئي سمجهڻ جي، پروڙڻ جي، پرجهڻ جي. خبر ناهي، ڇا هيو؟ طنز هئي يا تنقيد، اشارو هيو يا ڪنايو سمجهاڻي هئي يا اڪتي، پرولي هئي يا پهاڪو .....؟ سندس فڪر جي ڦرهي تي آيل ٽن هزارن چوٽين مان، هيءَ عجيب وغريب چوٽي هئي، جنهن جي ڪو بہ تشريح نہ ڪري سگهيو ڪو بہ تاويل نہ ڏئي سگهيو ۽ ايئن وقت گذري ويو.

پر هن ايڪويهن صديءَ ۾ اوچتو ئي اوچتو هڪ ٻئي پٺيان دعوائون ٿي ويون .... سڄي دنيا جي سياڻن هام هنئي تہ ان چوٽيءَ ۾ جيڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي هئي، سا سمجهہ ۾ اچي وئي .... اخبارن ۾ خبرون لڳيون، ڪتابن ۾ تشريحون ٿيون، ريڊيو ۽ ٽيليويزن تان بحث مباحثا ۽ مناظرا نشر ٿيا، سڄي دنيا جي **Mass Media** ٽرٽلي ۾ اچي وئي .....

پهرياڻين، پهرياڻين دعوي يروشلم جي يهوديءَ ڪئي، 'سليمان بن دائود جي ڏنل ڳوٺ پڄي پئي، تاريخي حوالن سان ـــ ۽ اها سٽ سنئين سڌي سياسي ۽ مذهبي اڪتي هئي. هن، اسان جي نبي جي حيثيت سان، اسان کي ئي اشارو ڏنو هو تہ يهودين جو استحصال ڪي بہ قوتون ڪنديون رهنديون. اُهي آهن هڪ مسلمان ۽ ٻي فلسطيني قوم ۽ اهي ئي جوڙ جون ڏيئرن جي تمثيل ۾ ڪم آيل آهن. جيڪي اسان کان خدا جي واعدي ۾ ڏنل پاڪ زمين تي دعوائون ڪندا رهندا آهن ۽ گهرندا رهندا آهن تہ اسان کي ڏيو!

يهوديءَ جي تشريح تي، سڄي دنيا جي **Mass Media** ڪمائڻ خاطر وڏي 'واه واه!' ڪئي. ليڪن اها تشريح بہ ڪوڙي جي ٻاڙ ثابت ٿي ۽ پنهنجي ئي موت مري وئي.

دنيا جي طاقتور ملڪ، جي طاقتور دانشورن بہ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي بحث ۽ مذاڪرن ۾ ان الجهيل سٽ کي سُلجهائيندي فرمايو:

'حقيقت ۾ حضرت سليمان جي فڪر جي ڦرهي تي آيل عقل ۽ دانش جي ڳالهين جي هر اها قوم وارث آهي، جيڪا طاقتور ۽ خوشحال آهي. ڇو تہ هن جي دؤر ۾ سون ۽ چانديءَ جي سڪن جي 'يروشلم' ۾ جهجهائپ

هوندي هئي، جيئن اسان وٽ ٻالرن جي آهي .... انهيءَ پس منظر جي بنياد تي اها سٽ هڪ عالمگير سچ جي حيثيت سان دنيا جي اقتصادي حالتن کي واضح ڪري ٿي. اڄ به ان جي اها حيثيت آهي، جيڪا ڪلهه هئي ..... تنهنڪري ڇوڙ مان مراد آهي، ناداري، جنهن جون به ڏيئر آهن. هڪ بکي قوم ۽ ٻي ڍڪي قوم. پهرين قوم صرف امداد تي پلجندي رهندي آهي ۽ ٻي صرف قرض تي جيئندي رهندي آهي. ٻنهي جا هٿ هوا ۾ ٽنگيل هوندا آهن. تنهن ڪري ٻنهي جو نالو آهي، مون کي ڏيو.'

سڄي دنيا ۾ ان بحث کي پروپيگنڊه جي سيني وسيلن ذريعي ڦهلايو ويو. ليڪن پوءِ به اهو بحث، اها راءِ دنيا جي گهڻن ماڻهن لاءِ دٻي ۾ ٺڪريون ثابت ٿي.....

سماجوادي ملڪن جي ڏاهن، مهاڏاهن ڪتابن جي عرق ريزي ۽ نور نچوئڻ کانپوءِ اهو رد ڏنو:

'دانائي ڪنهن جي به ذاتي ميراث ناهي ۽ ان ڪري حضرت سليمان جي فڪر جي ڦرهي تي آيل سچائين جا سيئي انسان هڪ جيترا وارث آهن ۽ اهو سرمائيدارنه جاگيردارانه طرز عمل آهي، جنهن جي مذمت ٿيڻ گهرجي.'

انهي رد کان پوءِ سماجوادي محققن، جدلياتي ۽ تاريخي ماديت جي بنياد تي، ان چوٽيءَ جي هيٺين ريت وضاحت ڪئي:

'لفظ ، استحصال، ڇوڙ جي تشبيهه ۾ ڪم آيل آهي، جنهن جون جاڙيون ڏيئرون، هڪ جاگيرداري ۽ ٻي سرمائيداري آهن. ٻئي ايامن کان وٺي انساني سماج ۾ محنت ڪش طبقي جي رت ۽ ست تي پلجنديون اچن ٿيون. پر پوءِ به ٻنهي وٽ حرص ۽ هوس جي هڪ ئي صدا، هڪ ئي نعرو آهي مون کي ڏيو! جيڪو سندن حقيقي ۽ اصلي نالو آهي.'

سڄي دنيا ۾ هوڪرا ٿي ويا، بحث ڇڙي ويا، پر پوءِ به اها وضاحت سيني جي اُڄ اُجهائي نه سگهي......

مون به انهيءَ ڏس ۾ گهڻو متاڪٽ ڪئي، ذهن تي زور ڏنو ليڪن سليمان بن دائود جي فڪر جي ڦرهيءَ تي آيل سٽ جي ڇنڊ ڇاڻ نه ڪري سگهيس.....

اڄ واٽ ويندي هڪ صوفي سگهڙ کان پڇي ورتم. ڇپن تي طنزيه مرڪ آڻيندي چيائين. 'ڇريا! حضرت سليمان جي سولڙي ڳجهارت به نٿو

يجي سگهين .....؟ جوڙ مان مراد آهي، استحصال ڪندڙ قوتون ۽ ان جون ڏيئرون ـــــ هڪڙي اُها، جيڪا اڇڻ سان ٺي چوي، جيڪو تون ڪائين ٿو اهو مونکي ڏي، ۽ ٻي اها ڏيءَ جيڪا ويهڻ سان ٺي چوي، جنهن تي وينو آهين اها مونکي ڏي، هڪ گرهه ۽ ٻي گهر ڪسڻ جي ڪڍ هوندي آهي. اهي ٻئي تنهنجيءَ ڌرتيءَ تي ديرو دمايون ۽ ڇهنيون پيون آهن، گرهه به ڪسيو اٿائون ۽ گهر به، اڃا به نه ٿو سمجهين واٽڙا!؟'

ڇا واقعي صوفي سگهڙ سچ چيو.....؟

# فراق جي منزل ـــ 88

## ڇُٽي اَمراٽيءَ جو مَٽُ

ڇوڪرَ وارا ڇون ٿا تہ
ٻي دادي نگري ساڳي
ماڻهو ساڳيو.
رڳو راجا ۽ وزير تبديل ٿيندا رهن ٿا.

پر هيءَ ان زماني جي ڳالهہ آهي، جڏهن ٻي دادي نگريءَ تي ڇرپٽ جو پيءُ راجا گچ مچ حڪومت ڪندو هو جنهن جي دور ۾ ٽڪي سون ۽ روپئي سير ٿامو وڪامندو هو.

هڪ ڏينهن محل مان راجا جي سيبتي راڻي گڪ مڪ جو ٻڙي وارو سونو ڳوڪو اوچتو گم ٿي ويو خير ...! ڪوڪي جي ڳالهہ تہ ڪونہ هئي، پر اها ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي وڏي هئي تہ شاهي محل مان پٽ راڻيءَ جو ڪوڪو ڪچي ويجي. اهو راجا جي عزت جو سوال هو.

ڪوڪي ڳولهڻ لاءِ راجا پنهنجي وزير ڇڇمڇ ڪي گهرائي چيو تہ 'ڪوڪو جلد از جلد ملڻ گهرجي نہ تہ پوءِ جيئڻ سمجهين ٿو.' وزير هو سياڻو تنهن ٽن ڏينهن جي مهلت وٺي، شهر جي ڪوٽار ڪي گهرايو ۽ داٻو ڏيندي چيس تہ 'ڪوڪو سمنڊ جي پيٽ ۾ هجي تہ بہ ٻن ڏينهن ۾ ملڻ گهرجي نہ تہ پوءِ ڪوٽار جو خير ڪونهي.' ڪوٽار سپاهين ۽ پهريدارن ڪي گهرائي پهريائين تہ ڪتن سان گڏ ڪارايو ۽ پوءِ حڪم ڏنو تہ 'راڻيءَ جو ڪوڪو اڄوڪي ڏينهن ۾ نہ مليو تہ ڪين ڪڙم قبيلي سميت آلن ٽوئن ۾ ساڙايو ويندو.'

سڄي شهر ۾ ٻاڪر ڪتو مچي ويو وٺ سٺ ٿي وئي. سنهو سڪو چور بہ اچي ڏچي ۾ پيو اناڻي گيرن، ڳنڍين ڇوڙن ۽ ٻشنين جي وات تي گرم گرم خاڪ جا ٽوبرا ٻڌي سندن پڻيون ڪٽيون ويون، اونڌو ٽنگي گوگائي مرچن جون ڦوڪون ڏنيون ويون، ماري ماري سندن نور وڃايو ويو. پر جواب اهو مليو تہ 'جي بادشاهہ ڪي ٻڙي وارا ڪوڪا ڪپن تہ ڪوڙ باقي ان ڪوڪي جي خبر نہ سندن فرشتن ڪي، نہ شيطان ڪي.'

# فراق جي منزل ـــ 89

آخر ايئن پيو ڏينهن خدا جو گذريو ۽ جڏهن ٽيون ڏينهن ٿيو ته وزير، ڪوتار، پهريدار، سپاهي هيڊ هاريل منهن سان راجا جي دربار ۾ آيا ۽ نماڻو عرض ڪندي چيائون:

’جي راجا هوش ۾ اچي ته عرض ڪيون؟‘

راجا گارين جا دس ڏيندي وراڻيو:

’پونڪوا‘

انهن عرض رکيو ته ’نگري جي ڏکڻ ۾ ويران جاءِ تي، چِتو امراڻي، نالي هڪ ساڌو ديرو دمايون ويٺون آهي، سندس دعوي آهي ته جيڪڏهن سندس مٿين مان ڪنهن چور ڪي پاڻي پياريو ويندو ته پاڻيءَ جا جناور سندس پيٽان ايستائين نڪرندا رهندا، جستائين هو سچي نه ڪري.‘

نيٺ ته راجا هو پهريائين ڪليو ۽ پوءِ چيائين ته ’اهو به ڪري ڏسو! ....پر جي راڻي جو ساڳيو ڪوڪو نه مليو ته پوءِ اوهان جو چڻ پچو رلائي ڇڏبو.‘

سڄي نگري جي خلقت اچي گڏ ٿي، جو راجا جو حڪم هو مُکيءَ کان وٺي موديءَ تائين، پئنچن کان وٺي پورهيت تائين، هر ڪنهن کي ثابت ڪرڻو هو ته اُهي چور ناهن.

پهريائين پهريائين نيچ ذاتين، ڪمين ڪاسبين کي مٿين مان پاڻي پياريو ويو ڪنهن جي پيٽان نندي سنڌي مڇي پتڪو ڏئي پئي نڪتي، انهن هڪدم سچي پئي ڪئي ته ’انهن بک کان ڪنهن هاريءَ جي ول چورائي هئي يا باغن ۾ بيٺل ڦل پٽيو هو باقي ڪوڪي ٻوڪي جي چوري مان غريب ڇا ڄاڻن؟‘

هلندي هلندي جڏهن مکي ۽ پنڊتن جو وارو آيو ته پاڻي پيئڻ کانپوءِ سندن پيٽن ۾ گڙڪا شروع ٿي ويا. ماڻهو احتياطن نڪن تي هٿ ڏيئي ڇڏيا. پر خبر تڏهن پئي، جڏهن انهن جي پيٽان ٽان ٽان ڪندا لپاٽ جيڏا ساوا ساوا ڏيڏر نڪتا. انهيءَ آپدا کان بچڻ لاءِ هڪدم سچي ڪئي، ته هو انصاف چور آهن، نه ڪي ڪوڪي چور‘ اهو ٻڌي عام ماڻهن کي ڏاڍي حيرت ٿي ۽ هڪدم انصاف تان سندن ايمان کڄي ويو.

پوءِ وارو آيو پنڊت جو پنڊت پهريائين ته لهرايو ته پاڻي جونو آهي، پر پوءِ پادرن جي ٻؤ کان هن پيتو. ماڻهن کي سندس وتجڻ سنجڻ تي رحم اچڻ

# فراق جي منزل ـــ 90

لڳو. حيرت جي حد ئي نہ رهي، جڏهن سندس پيٽان گوج ميڇي، نانگ وانگر وڪڙ هڻندي نڪرڻ لڳي، پنڊت هڪدم آڻ ميڇي تہ ’هو ڳڻ چور آهي، جو هو ايشور جي نانءَ تي مفت جو مال کائي، پوءِ چوندو آهي، هئي حرام! باقي خسيس ڪوڪي جي چوري ڪري گهٽا ڏينهن کائيندو؟‘

ان کان پوءِ جڏهن سپاهين ۽ پهريدارن جو وارو آيو پيٽڻ کان پوءِ، گهڙي نہ گذري تہ هڙ جو هڙ تنگان تيڙي ويهي رهيا. سندن پيٽان قطار ڪري ڪميون نڪرڻ لڳيون، انهن ڪنن تي هٿ رکي سچيون ڪيون تہ ’سندن پيٽ ۾ حرام جو هڏو پيل آهي، جنهن ڪري ساڻن اها ويڌن ٿي آهي، باقي راڻيءَ جي ڪوڪي کان وڏيون، ڪين الله اکيون ڏنيون آهن، ايڏا بي نيمڪا ناهن، جو ايئن ڪن.‘

نيٺ ڪوتار جو بہ وارو آيو پاڻي تہ ڪيس ڪيئن بہ ڪري پيٽڻو هو سو ڪسندي مُسندي پيتائين، ويرم ئي نہ ٿي تہ هٿ جيڏا ڪڳا ڦٽ ڦٽ ڪندا ٻاهر نڪرڻ لڳا، هن زور زور سان رڙيون ڪندي اقرار ڪيو:

’هائو! مان لڪڙ هضم پٿر هضم آهيان، پر نور مٽي جو قسم ڪوڪو ناهي ڪنيو جي ڪنيو هجي تہ هئي اکيون نڪرن، انڌو ٿيان.‘

راجا نہ پئي چاهيو تہ وزير ٻي مهابو ٿئي، خلق آڏو پر راڻي ضد ڪري بيٺي جو ڏاڍي ضديري هئي.

وزير کي بہ خبر هئي، سو ڪوڙو منهن ڪري مٽيءَ مان ڪُپڙو پري ڪٽي ڏوگهيائين، جهٽ نہ گذري دانهن ڪندي چوٽ ۾ ڦهڪو ڪيائين، چٽڙن مان رت توتڙيون ڪري وهڻ لڳس. ان کان پوءِ رت ۾ لت پت ٻن ٻن هٿن جيڏا چرڪا ڦٽڪندي نڪتا تہ سڀ ماڻهو سمجهي ويا، وزير پوءِ بہ وضاحت کان نہ مڙيو بيهوش ٿيڻ کان اڳ چيائين:

’ها مان هر شي ڳڙڪائي آ، سواءِ راڻيءَ جي ڪوڪي جي.‘

ماڻهن زور زور سان نعرا هنيا ....!

’جيئي چٽو... سدا جيئي.‘

پوءِ تاڙيون وڄائي، جهمريون هنيون، هاٿي صرف راجا ۽ راڻي بچيا.

انهن جو اهو لقاءُ ڏٺو تہ ڀوڙندي وڃي هاٿيءَ تي چڙهيا.

مهاوت، مڪني هاٿيءَ کي پيجاري گاڏيءَ وانگر ڀوڙائيندي اڇي محل ۾ ڪڍيو.

## فراق جي منزل —.91

پنيان ماڻهن ۾ چوبول هو:

’اهو پاڻي جي راڻي پيئي ها، تہ سندس پيٽان انڌي ٻلهڻ ۾ جي راجا پيئي ها، تہ وڏو واڳون نڪريس ها‘

ٻئي ڏينهن تي راجا گچ مچ، اليڪٽرانڪ، ميڊيا تي منادي ڪرائي تہ،

’راڻي گڪ مڪ جو ڪوڪو ليپي ويو آهي، غسلخاني مان، اڳتي ڪو بہ يلجي چتي امراڻيءَ جي مَتين جو پاڻي نہ پيئي.‘

# فراق جي منزل ـــ92

# گدڙ جو احتساب

چوندا آهن، تہ لڳي تہ شڪار نہ تہ بيڪار سو زمان ۽ مڪان کي اورانگهيندي، ٿهي سنيري بي ڏاڙهيو ملان، ۽ مڇ ڪٽيو موالي، جهنگ منهن ڪري هليا شڪار تي.

شڪار ڪير ۽ شڪاري ڪير؟ اها خبر هڪ رب کي، ۽ ٻيو سندس ملائڪن کي. باقي ازل کان آهي، تہ ماريءَ جو من بہ ساڳيو تہ شڪار ٿيندڙ جو تن بہ ساڳيو.

خير، ڳالهہ ڪٿائي ..... مواليءَ کي تتر هٿ آيو ۽ ملان کي گدڙ. ٻئي شڪاري جڏهن شڪار ڪنيون پئي آيا، تہ گدڙ پنهنجي قسمت تي اوناڙيون ڪندو پئي آيو. تتر حيران ٿي چيس، 'اڙي گدڙ! ڪيهان تہ مان ڪيان جو حلال آهيان، پڪ سان موالي ڪهي ڇڏيندو. تون تہ آن حرام، توکي اڳتي هلي ملان ڇڏي ڏيندو!'

اهو ٻڌي گدڙ ڳوڙها وهائيندي وراڻيو 'چڱو ادا اهو بہ ڏسجانءِ!'

اتي تتر کان تجسس وچان پنهنجو موت تہ وسري ويو. شڪاري هلندا هليا، هلندا هليا، نيٺ اچي هڪ ڍيم جي ڪڙ تي ڏاٻو ڪيائون. ڪلَ گهوڙن کي اسٽيل جي ٿنڀن سان ٻڌي، پنهنجي پنهنجي سفر جو سامان لاهي ڪرت سان لڳا.

موالي ويو هو ونجي. سوچيائين، تہ پهريائين پيالو پاڻي ڪري، پوءِ رڌ پچاءَ جو جهان ڪبو. اک ڪڪڙي هوندي تہ ماني بہ وڻندي، سو پنجتول جو پيالو ٺاهي جو هنيائين تہ لوڻءَ لوڻءَ ٺري پيس. پنگ ۾ جو بيخودي ۽ سرمستيءَ جا هڙيئي مسالا مليل ها، تن دير ئي نہ ڪيس، عرشين وڃي پهتو. مڏي ڪاتي تکي ڪري اچي تتر مٿان بيٺو. پر جڏهن تتر تي نظر ڪيائين تہ خيال آيس:

'صدين جي بک کي هي ننڍڙو تتر ڪيئن منهن ڏيندو؟ .... بک وڏي، لقمو ننڍو ڪيئن ٿيندو؟ ..... تتر اڃا ننڍو آهي ... پلي ڪاٽي پي وٺي ..... اڄ ننڍو سڀاڻ وڏو..... دنيا اميدن تي قائم آهي ... پل ڏور جهڙو متارو ٿئي ... پوءِ بہ پرتي ڪونهي ... هڪ ڏينهن رسو ڪنڌ ۾ وجهي، ڪاهي وڃي ميخاني تي بيهاربو.... پاڻ بہ ڪائبو سنگت کي بہ تل ڦل ڪرائبو.... اڪيلو ڪائڻ،

# فراق جي منزل ـــ93

ساٿي نہ ساڻ، اهو دائري وارن جو ڪم ناهي .... پلي بک پرم جي شل نہ وجي شان ....!'

اهو سوچي تتر کي آزاد ڪري ڇڏيائين. تتر جي الله ٻڌي، تتر ٽپڪيون ڏيندو هڪ وڏي لئي ۾ لڪو. اوٽ وٺي گدڙ جو لقاءُ ڏسڻ لڳو.

ملان ڏاڍو ملول هو. دوربين سان هر هر آسمان ڏانهن پئي ڏٺائين. شڪوائون پئي ڪيائين:

'اي منهنجا رب! .... مان اوهان جو نيڪ ٻانهو ... پنج ئي وقت اوهان جي حضور ۾ حاضر ... هو موالي، جيڪو هر دم غافل .... ان جي نصيب ۾ حلال، منهنجي ۾ حرام ... !؟ اها انصاف ۾ ڪاڻ ناهي تہ ٻيو ڇا آهي ...!؟ پر جي منهنجي نصيب ۾ اهو لکيو هيئي، تہ حرام تہ نہ ڪيوس ها ... اوهان جي فيصلن تي اعتراض تہ نہ ڪجي پر ايترو ضرور عرض ڪجي ٿو تہ، 'هن خبيث کي ڪنهن بہ صورت ۾ نہ ڇڏڻ گهربو هيئي ... هن اوهان جي رحم جو ناجائز فائدو وٺي، جهنگ جي سمورن جانورن سان جيڪي جتيون ۽ عقوبتون ڪيون آهن. سي اوهان کي سڀ معلوم آهن ...'

گهرا ۽ ٿڌا ساه کڻي، اکيون ٻوٽي دل جي حضور سان وري ملان عرض ڪيو:

'هاڻي بہ اوهان جي هٿ وس آهي. رڳو اوهان جو حڪم ٿئي، تہ احتساب جي تکي ڪاتيءَ سان هن کي حلال ڪري سگهجي ٿو..... لعين مان بہ ٿي پاٽيون گوشت جون نڪرنديون .... اسان تہ ٻانها آهيون، عرض ئي رکي سگهون ٿا .... اگهائڻ ڪم اوهان جو... '

پوءِ ملان ڪي گهڙيون تہ مٿي کي مٺ ڏيئي ڳوڙهي سوچ ۾ ويهي رهيو. اوچتو چڻ 'جواب شڪوه' جي آمد ٿيس:

'ان جي موڪليل رزق تي ناشڪري نهي نٿي ...! شڪار ڪرڻ جي پرواني ملڻ کانپوءِ توکي ڪنهن جهليو آ. تہ ائين نہ ڪر ... جيئن وٽئي تيئن ڪر ...! شڪر کي اٽان نہ هڻ...! ايئن نہ ٿئي، تہ سياٽي اهو بہ نہ ملئي ...!'

بس پوءِ ملان جي ڇهري تان اداسي، رحمت جي فرشتن جيان پڙڪو ڏيئي اڏامي وئي. هو هڪدم اٿيو پٿر دل روهي ڪڍي، احتساب جي زنگيل ڪاتيءَ کي صاف شفاف ڪرڻ لڳو. ڏار تي آڱر ڦيرائي اڇي گدڙ مٿان بيٺو. اتي گدڙ ملان جي نيڪ ارادن کي سمجهي وات وڪيل بڻيو:

# فراق جي منزل ـــ94

’ملان! مان تہ حرام قرار ڏنو ويو آهيان. مون کي ڪيئن تڪبير ڏيندين؟!‘

’بک ۾ حرام بہ حلال آهي!‘ ملان سينو ٺوڪي جواب ڏنس.

’اهو تہ مجبوريءَ جي حالت ۾، جڏهن زندگيءَ ۽ موت جو سوال هجي. جي تون هڪ نگاھ پنهنجي پيٽ ڏانهن ڪرين، تہ تون ڪو ايڏو بکيو بہ ڪونهين!؟‘ گدڙ سندس ڦوڪيل پيٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

’ڦوڪيل پيٽ تي نہ وڃ. ان ايامن جي بک کي ڏس، جيڪا دوزخ وانگر اچا آڻ! جي صدا پئي ٿي ڏي!‘

’ڏسي وائسي حرام کائڻ جو گناھ ڪيئن بخشائيندين؟‘ گدڙ منجهائڻ لاءِ هڪ نئون وڪڙ وڌس.

’ايتريون ڪيئي نيڪيون آهن جن مان صرف هڪ جي ادا ڪرڻ سان ستر گناھ بخش ٿي ويندا آهن.‘ ملان مشڪندي جواب ڏنس.

’پر هي موالي، جو صحافين جهڙو منهن ڪيون سامهون ويٺو ٿي. خواريءَ جو ڪارو. ڳوٺ وڃي هُلائي ڇڏيندو، تہ ملان گدڙ کاڌو. تہ پوءِ ڪهڙو جواب ڏيندين؟‘

گدڙ موالي ڏانهن اشارو ڪندي احساس ڏياريس. ملان هڪدم وڏو ٽهڪ ڏئي وراڻيو:

’ڪهڙو فرق ٿو پوي ....! پر جي ڪنهن ٺوڪيو بہ سهي، تہ اهو چوڻ ڪافي ٿيندو، تہ جهنگلي گدڙ احتساب جي ور چڙهي ويو هيو ڇا!؟‘

جهنگلي گدڙ ڪٺي ماٺ ڪئي. ملان بہ دير ئي نہ ڪئي. احتساب جي صاف ۽ شفاف ڪاتيءَ سان ڪيس حلال ڪرڻ لڳو.....

# فراق جي منزل ـــ95

## ... ۽ گدڙ بچي ويو

بنا ڏاڙهيءَ واري ملان اکيون ٻوٽي احتساب جي صاف ۽ شفاف ڪاتيءَ سان تڪبير ڏني. ڪيس پڪ هئي ته ڪاتيءَ هيٺ آيل گدڙ جي گردن ته تڪر تي چڪي هوندي ۽ هو 'نظريہ ضرورت' هيٺ حلال ٿي چڪو هوندو. هن تصور ئي تصور ۾ گدڙ جي گوشت کي سيخن ۾ پچندي محسوس ڪيو ۽ ان همسفر موالي کي حسد ۾ سڙندي ڏٺو جيڪو بک تي ڀنگ جو پيالو هنيون، پيانڪ جهنگل ۾ بي اونو لڳو ويٺو هو.

ملان ڇيت ڏيندي اکيون کوليون ته کيس ڏندين آڱريون اچي ويون. 'هي ڇا، گدڙ جي گردن جو وار به ونگو نه ٿيو. ڪاتي ڄڻ هوا ۾ هلي هئي!؟' ملان ڪاتيءَ کي ميار ڏيندي چيو 'اي حرام حلال جي ڪاتي! تون صاف ۽ شفاف هئڻ جي باوجود به اهو ڪم نه ڪيو جيڪو توکي ڪرڻ گهربو هو؟'

'اڄ مونکي امر نه هو!' ڪاتيءَ مان آواز آيو.

'اي ڪاتي، هوش ڪر، نه مان خليل الله ۽ نه گدڙ ذبيح الله، آخر اهو امر توکي ڏنو ڪنهن؟'

'اهو گدڙ کان پڇ ته بهتر آهي!' ڪاتيءَ مان جواب آيو.

'اي گدڙ مردود، تون ئي ٻڌاءِ ته ڪاتيءَ جي نه وهڻ جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟'

'اهو ڪاتيءَ کان پڇ ته بهتر آهي.' گدڙ وراڻيو.

'اي ڪاتي، توکي خدا جهنم رسيد ڪري، جي تون نه ٻڌائين؟!' ملان ڪاتيءَ کي ڌمڪيندي چيو.

'ملان پٽ نه، مون سان گڏ تون به جهنم رسيد ٿيندين، جو هٿ تنهنجي ۾ آهيان، پر مان تنهنجي دشمني کان پناهه گهرندي ٻڌايان ٿي، ته اهو امر عزرائيل جو هو.'

'عزرائيل سان گدڙ جي ڪهڙي قربت؟'

'اهو ته گدڙ ئي وڌيڪ ٻڌائي سگهي ٿو.' ڪاتيءَ جواب ڏنو.

'اي فريبي گدڙ! جلد از جلد ٻڌاءِ ته عزرائيل سان تنهنجي ڪهڙي عزرات؟'

'قبلہ محترم، مان ۽ منهنجي گذاڙيءَ فرشتن ۽ ملائڪن جا اٺ چاريا آهن، ان ڪري متان ڪا واهر ٿي هجي.'

'ملائڪن کي ڪيئن خبر پئي؟'

# فراق جي منزل ـــ96

'جنهن مهل مان اوهان جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاٿو هيس تہ منهنجي زال، مون کي ان مصيبت ۾ ڏسي، ملائڪن جي مقدس سرزمين ڏانهن ڊوڙ پاتي هئي، شايد ان ٻڌايو هجين.' گدڙ وضاحت ڪندي چيو.

'اهي ڪوڙ ٻين سان ڪٽ. مان تنهنجي ٻڻ ٻٽياد کان واقف آهيان. تون واڳون، ڪڪڙ، ڊگي يا ٻڪر کي تہ بيوقوف ٻڻائي سگهين ٿو پر مان اشرف المخلوقات کي نہ.'

'ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ تون جهنگ جي سمورن جانورن کان مشرف آهين، پر انسانن ۾ تون ڪيترو اُتم آهين، اها توکي خبر ....!؟ باقي منهنجي حيثيت بہ ڪا ويل ڪونهي. جهنگ جا سمورا جانور ڄاڻن ٿا تہ منهنجو تعلق صلح پسند ۽ شريف خاندان سان آهي.'

'تون ڇا ٿو سمجهين، تنهنجين انهن ٻتاڪن کان مان مرعوب ٿي ويندس .... هيءُ ٻي پير خنجر ڏسين ٿو جيڪو ڪيترن ئي شينهن جي گردنن تي هلي چڪو آهي، تون تہ هڪ خسيس گدڙ آهين.' ملان پنهنجي ور تان تيز ڌار وارو چمڪدار خنجر ڪڍي ڏيکاريس.

'ملان، افسوس آهي اوهان جي شينهن واري مثال تي .... انهن بي وقوفن کي، پنهنجي گردن سان تہ ڪا دشمني هئي، پر مون کي پنهنجي گردن پنهنجن ٻچن کان بہ وڌيڪ پياري آهي. هڪ ناعاقبت انديش شينهن کي، هڪ عاقبت انديش گدڙ سان ڀيٽڻ ڪيڏي نہ زيادتي آهي .... بحث تڪرار کي ڇڏي، اچ تہ ڀلائي وارو سودو ڪيون.'

'ڀلائي وارو سودو اهو ڪهڙو سودو آهي؟' ملان نہ چاهيندي بہ پڇي ويٺو.

'مان پنهنجي منڊي بچايان ۽ تون پنهنجي بک مٽاءِ'

'تو هڪ خسيس گدڙ وٽ، سواءِ جان جي نذراني جي ٻيو ڇاهي؟'

'ملان، مان توکي پنهنجي گردن جي بدلي، جهنگ جا اهي ڏهہ جهرڪ ڪارائيندس. جيڪي هڪ چڙي مار وڏي جانفشانيءَ سان ڦاسايا ۽ سندن ٽنگان ٻڌي ڪنيو پئي ويو. مان ڪيس تترن جي ڦاسائڻ جو ڏنو ڏئي، ان جهنڊُ ڏانهن وٺي ويس، جتي تتر چڳيا پئي. جيئن هو تترن کي ڦاسائڻ ۾ مشغول ٿيو. مون دير ئي نہ ڪئي، اهي ڏهہ ئي جهرڪ کڻي وٺي ڀڳس. اهي جهرڪ، هڪ وڻ جي پور ۾ رکي آيو آهيان، جتي ڪنهن جو وهم ۽ گمان بہ ڪونهي.'

ملان کان ٽهڪ نڪري ويو.

’ڇا منهنجي بک کي تنهنجا اهي ڏهه جهرڪڙا ختم ڪندا؟‘

’جهنگ جا اُهي انمول جهرڪ آهن، جن جي ڪائڻ سان تنهنجي جواني موٽي ايندي، ملان! توکي خبر آهي ته هڪ نر جي مردانگيءَ جو ختم ٿيڻ پوري نر معاشري جي ذلت آهي.‘ گدڙ وضاحت ڪندي ٻڌايو.

’تون صحيح آهين، پر اهي ته هڪ مسئلي جو حل آهن. ان بک جو ڇا ٿيندو جنهن جي ڪري مان تو حرام کي به حلال ڪري کائڻ تي مجبور ٿيو آهيان.‘

گدڙ ملان جو جواب ٻڌي ٿوري دير خاموش رهيو ۽ پوءِ چيائين، ’خدا شل تو وانگر ڪنهن کي مجبور نه ڪري .... چڱو توکي به درجن آنا به ڏيندس. جيڪي مان جهنگ ڪڪڙين جي آکيرن مان صفائي سان چورائي هڪ اهڙي خفيه ڏرَ ۾ رکيا آهن، جنهن جي خبر منهنجي جوءِ کي به ڪونهي.‘

ملان، ڪرخت چهري تي ڪجهه نرمي آڻيندي چيو. ’گدڙ ڏاڍو پڪو واپاري آهين .... آنا سو به جهنگ ڪڪڙ جا. مون پهريان سمجهو شايد شتر مرغ جي آنن جي ڳالهه ڪندين ... اڃا وڏو واڪ ڏي ته بهتر آهي.‘

’ملان ته پوءِ وڏو ۽ آخري واڪ ٿي ... مان توکي گهاٽي جهنگ ۾ اهي ٻارنهن مانارا به ڏيکاريندس. جن ۾ محنت ڪش ماکيءَ جي مکين، ڏينهن رات گلن جو رس چوسي ايترو کاڄ ڪٺو ڪيو آهي، جيڪو تنهنجي جنت جي اڻ مٽي ماکيءَ جون سڪان لاهيندو.‘

’اي جهنگ جا سفير، مون کي صرف اهو ٻڌاءِ ته تون اڄ گهاٽو جهنگ ڇڏي لاٽين ۽ ڪنڊين ۾ ڇا پئي ڳوليو جو پڪڙجي پئين؟‘ ملان هيٺاهين وٺي سوال ڪيو ته گدڙ ونجي ويو.

’ملان، ڪنڊين ۾ ڪنڊا ئي ٿيندا آهن، نه ڪي ميوا. تون اجايو شڪ نه ڪر. جي توکي خدا تي ويسهه آهي ۽ پت ڪرين ته مون توکي ڏسڻ پئي گهريو. جڏهن وڻ تي ويٺل هڪ ٻغاغي باز ڪانو واويلا پئي ڪئي ته ’پڃو ملان ٻير هيٺيان لڪو ويٺو اٿو.‘ جيتوڻيڪ مون کي پنهنجي زال جهليو هو ته پيءُ جي اها نصيحت به ياد هئي ته ’ڪڏهن به بنا ڏاڙهي واري ملان جي منهن نه چڙهجانءِ. توٽي جو اهو توکي هٿن سان حلوو آڇي. مان نه مڙيس ۽ توکي ويجهو ڏسڻ جي خواهش ۾، ڦاڻ ڦاسائي ويٺس.‘

’بيشڪ، تو ان لائق هئين جو وڏن جي نصيحت کي پٺتي اڇلي مون سان سينو ساهيئه .. ۽ هاڻ مون کي ڪجهه جهرڪن، آنن ۽ ماکيءَ جي

مانارن تي خريد ڪرڻ چاهين ٿو پر ياد رکي ڇڏ، مان ويڪائو ناهيان. مون کي منهنجي محنت جو پورو صلو کپي. مان تہ جيتري بہ ڪُسَ کائي نہ ٿو سگهان. جڏهن تہ منهنجو منطق پڌائي ٿو تہ تو وٽ گهٽ کجهہ آهي.'

'ملان، مون کي تنهنجي بک جو اندازو ناهي، تون اها بيان ڪر تہ پوءِ مان ڪجهہ چئي سگهان ٿو.' گدڙ انڪساري وچان ملان کان پڇيو.

'منهنجي بک، گهٽ ۾ گهٽ هڪ پلي اُٺ جي برابر آهي. ڇا تون پوري ڪري سگهندين؟'

'ڪا گنجائش نڪري سگهي ٿي؟' گدڙ پڇيس.

'نہ، واحد ڪلام آهي.' ملان وراڻيو.

'تہ پوءِ تنهنجي بک خدا پوري ڪري، جا هڪ غريب گدڙ جي وس ۾ ناهي، ان ڪري مان عافيت انهيءَ ۾ ٿو سمجهان تہ توکي رحم جي اپيل ڪيان. واسطا وجهان.' گدڙ مايوسيءَ وچان چيو.

'اي گدڙ جي واسطن ذريعي جان آجي ٿئي ها تہ خدا جنت ۽ دوزخ نہ خلقي ها. پوءِ هڙيئي دوزخي واسطا وجهي جنتي ٿي وڃن ها. تنهن ڪري تنهنجي اپيل ڪو نہ اگهامندي.' ملان وراڻيو.

'ملان تنهنجي منطق آڏو دنيا جون سڀ چالاڪيون ختم آهن ... چڱو جيڪا منهنجي قسمت....' گدڙ بنهہ مايوس ٿي ڪٽي اکيون پوريون.

ملان تيز ڌار چمڪدار خنجر ڪيدي اجا اُپو ڪيو تہ ڪيس رڙ پڌڻ ۾ آئي، 'ملان تڪڙ نہ ڪجانءِ!'

ملان آواز طرف لوڙو هنيو ڏٺائين تہ هڪ اعرابي پلوڙ اٺ ڪاهيون ڊڪندو پئي آيو ۽ سهڪندي چيائين، 'هان وٺ، هي اُٺ. فرشتي ميڪائل موڪليو آهي. چيو اٿائين تہ گدڙ کي ڇڏ. جو اسان جو ڏنار آهي.'

ملان هڪدم اٺ جي مهار هٿ ۾ ڪندي، گدڙ جي تنگ ڪوڙڪي مان ڪيدي ۽ پٺي ٺپيندي گدڙ کي چيو:

'وڃ، جو تنهنجا ملائڪ زور آهن.'

## فراق جي منزل ـــ 99

# جهانديده

وقت جي آمر/ جابر، ملڪ جي ذهين ماڻهن کي پنهنجي شاهي بنگلي تي گهرايو. ڪين چيل هو تہ وقت جي حاڪم جي صحيح لفظن ۾ تعريف ڪن، تہ جيئن سندن اهليت مطابق ڪين ڪو منصب عطا ڪيو وڃي.

پهرين ذهين ماڻهو همت ڪري چيو:

’حضور اوهان وڻن ۾ بي پاڙي ول يعنيٰ وڻ ويڙهيءَ جيان آهيو!‘

’جيڪا ٻين وڻن جي مٿان زوري چڙهي، سندن رس چوسي زنده رهندي آهي ۽ پنهنجي احساس برتريءَ جو احساس ڏياريندي آهي.‘ وقت جي آمر وضاحت ڪندي پڇيو.

’بالڪل، اوهان صحيح سمجهيو!‘ پهرين شخص ورائيو.

’تہ پوءِ توکي وزير خزانہ مقرر ڪيو وڃي ٿو!‘ وقت جي آمر کيس هڪدم کيس منصب عطا ڪري ڇڏيو.

ٻيو ذهين ماڻهو اُٿيو ۽ چيائين:

’سائين، اوهان پکين ۾ ڪانوَ جيان آهيو!‘

’تنهنجي مراد آهي، تہ جيئن ڪانوَ ڪمان کان ڇرندو آهي، تيئن مان بہ پنهنجي ذاتي دفاع لاءِ هردم هوشيار هوندو آهيان!؟‘ وقت جي آمر تشبيهہ تي غور ڪرڻ ڪانپوءِ راءِ ڏيندي چيو.

’بالڪل ايئن سائين! جيئن اوهان سمجهيو!‘

اُن شخص هڪدم ورائيو.

’توکي وزير دفاع مقرر ڪيو ٿو وڃي!‘

ٽين ذهين شخص، هٿ ادب جا ٻڌي چيو ’صدقي وڃان، اوهان زميني جانورن ۾ چيتي جيان آهيو؟‘

’تنهنجي چيتي سان تشبيهہ ڏيڻ جو مطلب آهي، تہ جيئن چيتو پنهنجي شڪار کي ڊوڙائي ڊوڙائي ٿڪائي ماريندو آهي، تيئن مان بہ پنهنجي مخالف سان ائين ڪندو آهيان؟‘

’جي بالڪل، اوهان خوب سمجهيو!‘ ٽين شخص، آمرانہ ذهنيت کي داد ڏيندي چيو.

’تہ پوءِ توکي گهرو ڪاتي جو وزير ڪيو وڃي ٿو‘

## فراق جي منزل ـــ .100

چوٿين ذهين شخص سُلوٽ هڻي تعريف ڪندي چيو:
’سر، اوهان سامونڊي مخلوق ۾ شارڪ جيان آهيو!‘
’خوب ....! تنهنجو مطلب آهي، تہ منهنجي سامهون آيل ڪا بہ شيءِ بچي نٿي سگهي!؟‘
’اوهان صحيح سمجهيو!‘
’تہ پوءِ توکي وزير مملڪت جو منصب عطا ڪيو وڃي ٿو‘
پنجين ذهين شخص، جنهن وينئي وينئي وٽ سٽ پئي ڪاڙهي، تنهن ڪر ڪٽي چيو:
’عزت ماب، اوهان واسينگن ۾ نانگ جيان آهيون!‘
’تنهنجي چوڻ جو مطلب آهي، تہ منهنجو ڏنگيل، پاڻي بہ نہ گهري سگهندو آهي!؟‘
’بالڪل، اوهان بجا فرمايو!‘
’تہ پوءِ توکي جهنگلي جيوت جو وزير ڪيو وڃي ٿو!‘
ڇهين فرشي سلام ڪندي چيو:
’حضرت! اوهان زميني خزانن ۾ پيٽرول جيان آهيو!‘
تنهنجو اشارو اِهو آهي، جيئن پيٽرول دنيا لاءِ اهم آهي، تيئن مان بہ آهيان!؟‘
’جي، اوهان جي اهميت کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو!‘ ڇهين شخص ورائيو.
’تہ پوءِ توکي وزير معدنيات ڪيو وڃي ٿو!‘
ستين، سِر جهڪائي چيو:
’جناب اعليٰ، اوهان آسمانن ۾ هلندڙ ڪهڪشائن جيان آهيو!‘
’تنهنجي چوڻ جو مطلب آهي، تہ مان چمڪندڙ ستارن جو مجموعو آهيان!؟‘
’جي بالڪل ائين آهي، جيئن اوهان سوچيو ٿا!‘ اُن شخص انڪساري وچان ورائيو.
’تہ پوءِ توکي وزير اطلاعات ڪيو وڃي ٿو.‘ وقت جي آمر منصب عطا ڪندي چيس.

# فراق جي منزل ـــ

انئين شخص ابهرائيءَ ۾ اُٿي چيو 'اقبال بلند! ..... اوهان ڪهڪشائن کان به وڌ آهيو!'

آمر حيران ٿي، تجسس وچان پڇيو 'ڪهڪشائن کان وڌ ڇا هوندو آهي؟'

'بلئڪ هول.....! اُهو ڪهڪشائن کي به ڇڪيندو ۽ ڳهندو ويندو آهي.' اُن شخص وضاحت سان ٻڌايو.

'تنهنجو مطلب ته بي انداز طاقت جو مالڪ !؟' آمر اندازو هڻندي پڇيو.

'جي، جي ....! مون اهوئي چوڻ پئي چاهيو. جيڪو اوهان سمجهيو!' اُن شخص وراڻيو.

'اي ذهين شخص! توکي وزير خارجه ڪيو ٿو وڃي، ته جيئن تون پاڙيسري ملڪن کي منهنجي دبدبي ۽ شان کي چڱيءَ ريت بيان ڪري سگهين.'

نائون شخص جيڪو اکيون بند ڪيون، سيني کي خيال سان ٻڌي رهيو هيو تنهن اکيون کوليں، باادب ٿي چيو:

'حضور، اوهان ڪجهه به ناهيو.... جي آهيو ته گهٽو ڪجهه آهيو!'

'مون تنهنجي ڳالهه نه سمجهي، وضاحت ڪر!' وقت جي آمر نرڙ تي گهُنڊ وجهندي پڇيو.

'انسان مٽيءَ جو ٺهيل آ .... هڪ ڏينهن مٽي ٿي ويندو .... پر جي هو پنهنجي اندر اُن نوُر جي تجليءَ کي ڳولهي، جيڪا ڪيس عطا ٿي هئي، ته نور ٿي ويندو.'

'مٽي!؟ ... نور!؟ ... نورُ!؟ ... مٽي!؟ ...اِهو ڪيئن ٿيندو؟ '

'اهو فهم سان ..... فراست سان ...... عشق سان .... محبت سان ..... رحم سان ..... ڪرم سان ..... ديا سان ... ڌرم سان ..... جنهن سان به حاصل ڪرڻ چاهي ، انسان حاصل ڪري سگهي ٿو..... بس شرط اِهو آهي ته اُن ۾ سچائي هجي، مڪر، فريب ۽ خوشامند نه هجي.'

'تنهنجيون ڳالهيون، ڏاڍيون عجيب ۽ اُلجهيل آهن.' آمر حاڪم سندس ڳالهه کي پوريءَ ريت نه سمجهندي چيو.

'منهنجيون ڳالهيون ڏاڍيون سوليون ۽ سلجهيل آهن. جي اِنهن کي غور ڪرڻ جي قابل سمجهيو وڃي.' اُن شخص وراڻيو.

## 102. ـــ فراق جي منزل

ڏهون ذهين شخص، جنهن جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي چڪو هو، وچ ۾ ڳالهائي ويٺو:

’عالي مرتبت! .... عالي جناب! هي شخص اُنهن منجهان آهي. جيڪي هر دور ۾ اهڙيون عجيب وغريب ڳالهيون ڪري، عام ماڻهن جي ذهنن ۾ خلل ۽ حاڪمن جي لاءِ مٿي جو سور بڻبا آهن. ‘

’اُهي ڪير آهن؟‘

’اُنهن جا نالا انيڪ آهن. ڪٿي هو فلاسافر ته ڪٿي سنت، ڪٿي ساڌو ته ڪٿي صوفي سڏبا آهن.‘

’پوءِ هن سان ڇا ٿيڻ گهرجي؟‘

’هن سان اوئين ئي ٿيڻ گهرجي، جيئن پهرين سان ٿيندو آيو آهي،‘

’پهرين سان ڇا ٿيندو آيو آهي؟‘

’کين شهرن مان تڙيو ويندو آهي، ته جيئن حڪومتي ڪار وهنوار ۾ ڪو خلل نه پوي،‘

’اي جهانديده شخص! تنهنجي صلاح نيڪ آهي. اِن ڪري هن شخص کي شهر نيڪالي ڏني وڃي ٿي ۽ توکي وزارت عظميٰ جو عهدو عطا ڪيو وڃي ٿو.‘

وقت جي آمر نائين شخص کي نيڪالي ۽ ڏهين کي منصب عطا ڪرڻ ۾ دير ئي نه ڪئي!

## فراق جي منزل ـــ .103

# صوفي

ست مسافر، زندگيءَ جي ٽرين تي هڪ اسپيشل گاڏي ۾ هم سفر هيا. ٽرين تيزيءَ سان عمر جي آخري حدن ڪي اورانگهي رهي هئي. سيئي پنهنجي آخري منزل ڏانهن روان دوان هيا.

هڪ چيو:

'مان ملڪ جو اُهومشهور ڊاڪٽر هيس. جنهن جي مسيحائي مشهور هئي. مون آڏو موت جي خوف کان مالدار ماڻهو اڌ ڪٽل ڪڪڙ جيان تڙپندا هيا. هو پاڻيءَ وانگر پئسو وهائي چوندا هيا، ته مان کين آبِ حيات مثل ڪي نسخا ڏيان. جن کي وٺڻ سان کين دائمي زندگي ملي. مان کين دنيا جا مهانگا نسخا لکي واپرائڻ جي تلقين ڪندي چوندو هيس، ته اِهي امرت مثل آهن. پر افسوس جو اڄ مون کي زوري زندگيءَ جي ٽڪيٽ وٺرائي، هن ٽرين ۾ ويهاريو ويو آهي. مون کي ڪا ٻي ڳڻتي ڪونهي، جي ڳڻتي آهي ته پنهنجي نازڪ، نفيس ۽ مالدار مريضن جي، ته مون کان سواءِ انهن جو حال ڇا ٿيو هوندو....؟'

ٻي چيو:

'مان ملڪ جو مشهور وڪيل هيس. مون قانون کي ايترو سمجهيو هيو، جيترو شايد ٻئي ڪنهن سمجهيو هجي. مان مرضيءَ مطابق قانون کي رٻڙ جيان ڇڪيندو هيس. نه صرف ايترو پر مان دليلن ۾ به اڻ کٽ هيس. اِن ڪري مان ڏوهيءَ کي بي ڏوهي، ۽ بي ڏوهيءَ کي ڏوهي بڻائي ڇڏيندو هيس. منهنجي اِن حرفت ۽ چالاڪيءَ جي ڪري ملڪ جا ڪيترائي سفيد پوش مجرم ماڻهو منهنجا معترف هوندا هيا. اِن ڪري سڄي ملڪ ۾ منهنجي هاڪ متل هئي.

بس پريشاني آهي، ته اِن ڳالهه جي ته مون کي بنا دليل ۽ سبب جي هن ٽرين ۾ ويهاريو ويو آهي. خبر ناهي ته مون کان پوءِ سفيد پوش ماڻهن/مجرمن جو ڇا ٿيو هوندو....؟'

ٽين چيو:

'مان هڪ سرڪاري آفيسر هيس ۽ اهڙن اهڙن عهدن تي سرفراز هيس. جتي منهنجي قلم جي جنبش سان ڪيترن جون زندگيون ٺهي

ويندديون ۽ ڪيترن جون ڌهي ويندديون هيون. مان هڪ اهڙو پاليسي ساز هيس. ڏسڻ ۾ ته جنهن جي پاليسن جو مقصد ماڻهن جي بهتري هوندي هئي. پر حقيقت ۾ ته اُها پاليسي، خاص ماڻهن کي خاص فائدن ڏيڻ لاءِ ٺهيل هوندي هئي. اِن ڪري مان، مانَ، شان، ذهانت ۽ معتبرائپ جي علامت بڻجي ويس.

رٽائرمينٽ کانپوءِ بہ مون کي ايڪسٽينشن تي، اِن ڪري رکيو ويو هو ته جيئن مان ملڪ جي ماڻهن جي بهبودي ۽ ڀلائي لاءِ ڪم ڪري سگهان.

پر اوچتوئي اوچتو ڊيوٽي اتڪاءَ ڪري ڪنيي ڪٽي، مون کي هن ٽرين ۾ ويهاريو ويو آهي. مون کي ٻيو ڪو رنج و الم ڪونهي، سواءِ اِنهيءَ جي ته مون کان سواءِ منهنجي ٺهيل پاليسين جو ڇا ٿيندو.....؟'

چوٿين چيو:

'مان ملڪ جو اُهو مشهور واپاري هيس. جنهن هر شيءِ جو واپار ڪيو. دنيائي، واپار جي حوالي سان، مان ماڻهن کي هر شيءِ مهيا ڪري ڏني. اَن، آٽي، لٽي، جاين، جڳهن، زهر، ترياق، هٿيار ڀهنوار جو واپار ڪيو. دين ڌرم جي حوالي سان ماڻهن کي ڪيترائي پنٿ ۽ فرقا ڏنا. ڪن کي دين ڌرم وارو ڪيو. ڪن کي ٻي دين ۾ آڌرمي ڄاڻايو. ڪن کي جنت جي ٽڪيٽ وٺرايم ۽ ڪن کي دوزخ جو پروانو ڏيارايم .......

مون اِن واپار مان ايترو ڪمايو جو شايد ڪنهن ڪمايو هجي. قارون جي خزاني جو حوالو ڏيڻ اجايو آهي. پر جڏهن مون کي بنا ٻڌائڻ جي هن ٽرين ۾ ويهاريو ويو ته مان حيران ٿي ويس، ته ايئن ڇو ٿيو.....؟ پر ڇا ڪجي، زور اڳيان زاري آهي. بس جي ڏک آهي ته مون کانسواءِ اُنهن ماڻهن جو ڇا ٿيندو جيڪي دين ۽ دنيا واري واپار جي حوالي سان منهنجا محتاج هيا.....'

پنجين چيو:

'مان ملڪ جو اهو سياستدان هيس، جنهن سياست کي نوان رخ ۽ نوان لاڙا ڏنا. مون ڪن ماڻهن کي احساسِ برتري سيکاري، ته ڪن کي احساسِ ڪمتري، ۽ ڪن کي احساسِ محروميءَ ۾ مبتلا ڪيو. اهڙن احساسن ۾ ڦاٿل ماڻهوئي منهنجا پوئلڳ هيا. اِن ڪري ئي هر وقت اقتدار جو مون سان ساٿ رهيو ۽ مان اقتدار جو ساٿي ..... خبر ناهي ته منهنجي هن بي وقتي ٽرين تي چڙهڻ کانپوءِ، منهنجي گگدام ماڻهن جو حال ڇا ٿيو هوندو....؟ بس غم آهي ته ان ڳالهہ جو..... '

# 105. فراق جي منزل ـــ

چھين چيو:

’مان اُهو ملڪي محافظ هيس، جنهن قوم جي ايئن حفاظت ڪئي، جيئن ٻلو ڪبوترن جي، چيتو هرڻن جي ڪري ،ڇو تہ منهنجي قوم ئي منهنجي خوراڪ هئي ..... منهنجي لفظن ۾ ايڏي اثرانگيزي ۽ طاقت هئي، جو مون ڏينهن کي رات چيو تہ رات ٿي وئي، رات کي ڏينهن چيو تہ ڏينهن ٿي ويو. منهنجي حڪمراني ملڪان ملڪ مشهور هئي. مان پنهنجي قوم جي مٿان ايئن حڪمراني ڪئي، جيئن فاتح، مفتوحن مٿان ڪري ..... منهنجو دٻدٻو ۽ انداز ئي نرالو هيو. بس مان پنهنجي ڪهڙي تعريف ڪيان ..... مان، مان هيس .... پر هيءَ ٽرين ۾ زوري ويهارڻ واري وڏي زيادتي آهي ..... حقيقت ۾ تہ مون کي ڪو ڏک يا شرمساري ڪونهي، جي آهي ،تہ صرف اِهو پڳ تہ مون کان سواءِ، منهنجي بي سمجھہ قوم جي مستقبل جو ڇا ٿيندو....؟‘

ستون ڄڻو:

خاموش ۽ پُرسڪون ويٺو رهيو. ڄڻ ڪيس ڪنهن جي بہ پرواهہ نہ هئي. هن جي خاموشي سيني کي ڄڻ کائي رهي هئي. نيٺ ويٺلن مان هڪ خاموشي ٽوڙي ۽ کائنس پڇيو:

’تون ڪير آهين؟‘

’مون کي خبر ناهي تہ مان ڪير آهيان، پر جيئن آيو هيس، تيئن موٽيو ٿو وڃان .... اِن ڪري ڪو بہ افسوس، پڳ پولو ۽ پريشاني ڪونهي.‘ هن آهستگي ۽ اطمينان وچان ورائيو.

’تہ پوءِ پڪ سان، تون صوفي هوندين!؟‘ سيني هڪ آواز ٿي ورائيو. صوفي، صرف مشڪندو رهيو ۽ ڪو جواب نہ ڏنائين .....

## فراق جي منزل ـــ .106

# سچ وڏو ڌرم آ

اندازن ساڍا ٽي هزار سال اڳ .... هڪ رِشي سنڌوءَ جي ڪناري ويهي، پنهنجي ششن (طالبن) آڏو رگويد جي هڪ گيت جي رچنا ڪندي چيو.

'ستيو پرائمو ڌرما'

(سچ وڏو ڌرم آهي)

شِش (طالب) اِهو سادو سودو پيغام کڻي، سنڌوءَ جي ڪناري تي آباد وسندين ۾ وڃي پهتا ۽ ماڻهن کي آسان لفظن ۾ سادو سودو سچ سمجهائي ڇڏيائون.

سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن تي سچ جو ٻول بالا ٿي ويو. سنڌوءَ جا وڻجارا اِهو پيغام پاڻ سان عراق، ايران ، مصر، يونان ۽ چين تائين کڻي ويا. ايئن هر طرف سچ جي ساراهه ٿيڻ لڳي. جتي ۽ جنهن به سچائيءَ کي سچاتو ته کيس اکين تي رکي، دل تي رکيو. ايئن هرسچو ماڻهو ڌرمي ۽ ڪوڙو اڌرمي ٿي پيو.

ڪجهه صدين پڄاڻان، گنگا جي ڪناري تي هڪ چالاڪ ۽ چتينگ برهمڻ، چيلن چپاٽن کي جڏهن اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي، ته جي سچ وڏو ڌرم آهي، ته پوءِ ڌرم به وڏو سچ ٿي سگهي ٿو.

لفظن جي اِنهيءَ هير ڦير سان، جڏهن اِهو نظريو گنگا ۽ جمنا جي ڪناري تي آباد وستين کان ٿيندو ڏيساور پهتو ته ماڻهن سچ کي ڪجهه نه سمجهيو پر ڌرم کي سچ سمجهي پوڄڻ شروع ڪيو. نتيجي ۾ سوين ڌرم ۽ پنٿ جڙي پيا، ۽ هڪ نه کٽندڙ وواد شروع ٿي ويو.

صدين کان پوءِ جڏهن سنڌوءَ ڪناري ڪنهن صاف دل صوفي، ڌرم جي ڌوڙ کي ڇنڊي، سچ کي نروار ڪندي اِهو نعرو هنيو.

'هوُ يي ڪين اڇڻو هي به ڪين ويو

نفي ۽ اثبات کون، پري خيال پيو،

سچو سچ ٿيو ٻي ٻانهپ ٻولي ناه ڪا.

ڪجهه ماڻهن ته اِن آفاقي صداقت کي سچاتو ۽ هيئين سان هنڊايو. پر ڪي انڪاري ٿيا ۽ چيائون ته اهو ڪفر آهي.

# جراحن جي شهر ۾

شهر جي گندين گهٽين ۾ گهمڻ وارو.....
اجايو سڄايو وقت وڃائڻ وارو......
گهٽيون ڳالهيون ڪرڻ وارو.......
ٿوري ٿوري ڳالهه تي رنج ٿيڻ وارو........
هلڪي سلڪي تماشي تي تاڙيون وڄائڻ وارو........

وقت تيزي سان گذرندو رهيو ۽ هو پنهنجي روايتي رفتار سان هلندو رهيو. هلندي هلندي هڪ ڏينهن سؤر جو وار جيڪو شهر ۾ آيل واچوڙي جي ڪري اڏي سندس اک ۾ پيو هو. تنهن جي چڀڪي کيس پريشان ڪري وڌو. هن جيئن پئي مهٽيو تيئن اک ويس پئي ڳاڙهي ٿيندي....

هو شهر جي ڏاهي وٽ ويو تنهن سولي صلاح ڏيندي چيس ته: اک تي ڪپڙو رکي سيڪا ڏياري. هُن ڏياريا، پر اک جيري جهڙي ڳاڙهي ٿي ويس. ڪنهن ڏس ڏنس، شهر جي سياڻي سيبتي مائي وٽ وڃي سنوڻ ڪرائي. هن سرت پيچڻ جو سنوڻ ڪرايو ته اک ۾ سور جون ستون اپرڻ شروع ٿي ويس.

ڪنهن چيس، ته پنساري وٽ وڃ. هو ويو. جنهن کيس صدين جو ٺهيل پراڻو ڏيپ استعمال ڪرڻ لاءِ ڏنو. هن بغير ججهڪ جي استعمال ڪيو. رهندو سهندو اک سڄي ويس.

پوءِ سهڪندو هڪ حاذق حڪيم وٽ پهتو. تنهن ڏسي تڪڙ ۾ کيس نوراني سرمي جون ٻه سرايون پارائي ڇڏيون. اک اڳيان ڏنڌ ڇائنجي ويس. نيٺ، شهر جي نامي گرامي سند يافته جراح وٽ پهتو. جنهن ڏسي هڪدم چيو: 'هن جو واحد علاج بس اهو ئي آهي!'

'ڪهڙو؟' هن پڇيو.

'اک ڪيرائي ڇڏ!' جراح ورائيو.

'اک ڪيرايان!؟ ... ڪاٿو ٿيان!؟' هن حيرت ۽ پريشاني وچان پڇيس.

'تون ايڏو فڪر مند ڇو آهين .....!؟ سؤر جو اهو هڪڙو وار ته نه هو ڪيترائي ها، جيڪي اڏري اکين منجهه پيا ها ۽ سڀن جو علاج ائين ئي ڪيو ويو آهي.' جراح کيس مختصر مگر جامع جواب ڏنو.

اهو ٻڌي، هن اطمينان سان اک ڪيرائي ڇڏي ته هاڻي جاڙي ٻه جڳ سان....

# گُرو مهما

گرو ديو چيو 'ڪرم ڪانڊ ۾ پاهريون اڊمبر وٿرٿ آهن.'
هڪڙي شش وراڻيو 'اوهان انترِيامي آهيو.'
گرو ديو چيو 'من، مانيا پنٿ غلط آهي.'
ٻئي شش وراڻيو 'اوهان ستگرو آهيو.'
گرو ديو چيو 'سنسار ۾ اگيان رات جي انڌيري مثل آهي.'
ٽين وراڻيو 'اوهان سورج سمان آهيو.'
گروديو چيو 'هي جيون جر ڦوٽي جيان آهي. ماڻهوءَ کي مهاپُرش ٿيڻ گهرجي!'
چوٿين وراڻيو.'اوهان آڪال پرش آهيو.'
گرو ديو چيو 'شانت من، وڏي پيڙا ۾ بہ وياڪل نٿو ٿئي.'
پنجين شش وراڻيو ' اوهان سڀ جا سائين ۽ پراڻ داتا آهيو.'
اوچتو گرو ديو جي سٿر تي هڪ ڪولي چڙهيءَ ڪيس چڪ پاتو. گرو ديو ڪان رڙ نڪري ويئي، 'گهوڙا ڙي....! ڪولي......'
هن سٿر کي مهتو ڏيئي، ڪوليءَ کي چيپاٽي ڇڏيو.

# حقيقت

خواب هيو يا حقيقت هئي، پر مون ائين پئي ڏٺو ته مان ڪنهن بدحواس جانور جيان گامزن هيس، اُن پرپيچدار پيچري تي، جيڪو خاردار ٻوٽن سان پُر هيو. منهنجي آڏو هڪ شخص تيزيءَ سان وڃي رهيو هيو. ائين پئي لڳو ڄڻ هو اُن مُنجهيل رستي کان واقف هيو. مان ڪيس رستي جو سونهون سمجهي، سندس پٺ ورتي......

هُو هلندي هلندي هڪ صحرا ۾ ڪاهي پيو. ۽ مون به بنا سوچي سمجهي سندس پيرن جي نشانن تي پير رکندو هليس. تان جو زندگيءَ جي منجهند ٿي وئي. ائين پئي لڳو ڄڻ سج سوا ڪاني لهي آيو هجي. گرم جهولا، لُڪون وڏنديون پئي ويون. ويجهي وڻ تي ڇانءَ بجاءِ، ساڳي نجي پڄي واري وچايل هئي. سرابن جي پنيان ڊوڙندي ڊوڙندي جڏهن ٿڪجي پيس، ته پنهنجي اڳيان هلندڙ کان رڙ ڪري پڇيم:

'اي سونهان .....! اي راهبر .....! اي اڳواڻ ......! اسان ڪهڙي طرف وڃي رهيا آهيون، جو پنڌ کُٽي ئي نٿو؟'

هُن ڪنڌ ورائي مون ڪي ڏٺو ۽ وراڻيو:

'خبر ڪونهي ته ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون. بس اسان هلي رهيا آهيون!'

'پر ڪيڏانهن .....؟' مان رڙ ڪري پڇيو.

'اِها ته مون کي به خبر ڪونهي .... بس مان اڳين جي پنيان ۽ تون منهنجي پنيان هلندو هل .....!' هُن وراڻيو ۽ پوءِ هلڻ لڳو.

مون پنتي نهاريو ته نيڻ نهار تائين مون کي، ماڻهن جي هڪ ڊگهي قطار نظر پئي آئي. جيڪي بنا سوچي سمجهي هڪ ٻئي پنيان هلندا پئي آيا!

## ڊائنوسار

جيستائين خواهشون محدود هيون، تيستائين ماڻهپي ۾ هو. جڏهن کان خواهشون آني جي خول مان ڪنهن ڊائنوسار جي ٻچڙي جيان ٻاهر نڪري آيون. تنهن کان پوءِ سندس دماغ ننڍو، گچي ڊگهي ۽ وات ۾ لاتعداد ڏند اچي ويا.

هاڻ هُو شهر جو وڏو ماڻهو آهي، پر ماڻهپي کان سواءِ.....!

## اندر ۽ ٻاهر جي دنيا

’منهنجي دنيا ڏاڍي خوبصورت آهي.
جنهن جون هوائون سڳنڌ ڀريون
۽ راتيون حسين ۽ گهريون آهن.
جتي ڪو غم نہ آهي.
جتي خوشي ڪنهن معصوم ٻار جيان هونگرڙيون ڏئي ٿي.....‘
هڪ شخص ٻڌائي رهيو هو.

’دنيا تہ ڏاڍي بدصورت آهي،
جنهن جون هوائون آلوده
۽ راتيون خوفناڪ ۽ ڊيڄاريندڙ آهن.
هتي تہ چوڌاري غم آهي
۽ خوشي اڻ لڀ آهي.....
اي دوست.....! تون ڪهڙي دنيا جي ڳالهہ ٿو ڪرين!؟‘
ٻرسان ويٺل ٻي شخص حيرانگيءَ وچان پڇيس.
’مان پنهنجي اندر جي ڳالهہ ٿو ڪيان!‘
پهرين شخص پرسڪون ٿي وراڻيو.

# فراق جي منزل ـــ 112.

## تقويٰ

وڏي عرصي کان پوءِ مرشد جي خانقاه تي ٻن پراڻن طالب صوفين جي ملاقات ٿي. هڪ کي زرق برق لباس پهريل هيو ۽ ٻي جا حال فقيراڻا هيا.

خوش پوش صوفيءَ ٻي صوفيءَ جي حالت زار کي ڏسي چيو:

’ڏس! تون ۽ مان مرشد وٽ گڏجي پرايوسي ۽ پوءِ مرشد توکي اتر ۽ مون کي ڏکڻ موڪليو ته جئين خدا جي خلق کي اُهو نظريو سمجهايون، جيڪو مرشد سيکاريو هو.....!‘

’بيشڪ، ائين ئي مرشد هادي حڪم فرمايو هو.‘ فقيراڻي حال واري صوفي ورندي ڏني.

’ڏس! مون ڪيڏي نه ترقي ڪئي آهي، مون کي لکين مريد آهن. مان خدا جي چڱي ڀلي زمين جو مالڪ بڻجي ويو آهيان. منهنجي خانقاه تي ميلا لڳندا ۽ لنگر هلندا آهن. مان ايترو ته صاحب ڪرامت ٿي ويو آهيان، جو ماڻهن کي اولاد، مال ۽ زر عطا ڪندو آهيان .... ٻڌاءِ، تو وٽ ڇاهي؟‘ خوش پوش صوفي، وڏي فخر سان ٻڌائيندو چيو.

’بيشڪ، مون تو جهڙي ترقي ناهي ڪئي. مون وٽ صرف ڍاڪو ڪن مريد آهن. مان اجا تائين خدا جي زمين جي مالڪي جي دعويٰ ناهي ڪئي. مون وٽ صرف مرشد وارو اُهو تڪيو آهي، جنهن جاءِ مرشد اڇي دل سان درس ڏيندو هو. مون وٽ کائڻ لاءِ رُکي ماني آهي. مان ايترو صاحب ڪرامت ناهيان ٿيو جو ماڻهن کي اولاد، مال ۽ زر عطا ڪيان .... پر مون وٽ هڪڙي شيءَ اهڙي آهي، جيڪا تو وٽ ناهي.‘ فقيراڻي حال واري صوفي وراڻيو.

’اُها ڪهڙي شيءِ آهي، جيڪا مون وٽ ناهي؟‘ خوش پوش صوفيءَ پڇيو.

’تقويٰ!‘ فقيراڻي حال واري صوفي وراڻيو.

’ڇئبو ته تو زماني کان اجا ناهي سکيو؟‘ خوش پوش صوفيءَ مٺس چٽر ڪندي چيو.

’مان زماني کي سيکارڻ وارن منجهان آهيان.‘ فقيراڻي حال واري صوفي وراڻيو.

’اِهو وقت ٻڌائيندو!؟‘ خوش پوش صوفي اعتماد وچان چيو.

’بيشڪ، وقت ئي وڏو منصف آهي.‘

پوءِ ٻئي هڪ ٻئي کان موڪلائي ڌار ٿي ويا.

# ڪوريئڙو ۽ مک

هُو هڪ اکر کي، ٻي اکر سان اٽندو جملا ٺاهيندو ويو.
هوءَ تجسس وچان پڙندي رهي. هن هڪ جملي کي ٻي سان ڳنڍي
هڪ انوکي ڳالهہ ٺاهي تہ هوءَ ڏسندي رهجي وئي.
جڏهن ڳالهہ مان ڳالهہ نڪتي تہ هڪ داستان ٺهي ويو.
پوءِ هوءَ داستان جي ٺهيل ڄار ۾ ڪنهن مک جيان ڦٿڪڻ لڳي.
۽ هُو ڪوريئڙي جيان لطف اندوز ٿيندو رهيو.

# گُلِ ناشگفتہ

’املتاس! ڇا حال آهن؟‘

هُن هڪ خوبصورت ڇوڪريءَ جي ساراهہ ڪندي ڇيو.

’منهنجو نالو تہ اهو ناهي؟!‘

’اوهان کي پيلا ڪپڙا پهريل آهن. ان ڪري مون اوهان کي املتاس جي گلن سان تشبيهہ ڏني.‘

’آءُ جي سياڻي آسماني ڪپڙا پائي اچان تہ؟‘

’تہ پوءِ توهان کي سوسن سڏبو.‘

’جي سفيد؟‘

’تہ پوءِ چاندني.‘

’معاف ڪجو چاچا! منهنجو نالو گُلِ ناشگفتہ آهي.‘

هن معصوميت سان جواب ڏنو ۽ پوءِ هلي وئي.

# ساڳي بڪواس

بگهڙ رڍ جي تلاش ۾ نڪتو. ٽڪريءَ تي چڙهي ڏٺائين تہ هيٺ گهيٽو چري رهيو آهي. پري کان چيائين 'او رڍ جا پٽ! تون هوا ۾ وائرس ڇو ڦهلائي رهيو آهين .....؟ ۽ توکي خبر ناهي تہ ان وائرس جي ڪري منهنجا مٽ مري رهيا آهن!؟'

گهيٽي هڪ دفعو ڪيس ڏٺو. پوءِ طرف ۾ هوا جي رُخ کي جاچيندي چيائين, 'تون اولهہ مان اوڀر, هوا جو رُخ تہ اولهہ کان اوڀر آهي. اهو وائرس تہ توکان مون ڏانهن اچڻ گهرجي!؟'

بگهڙ ڪيس دبائيندي چيو, 'اها توکي خبر هئڻ گهرجي تہ بنيادي طور تي اهو وائرس جانورن مان لڳندو آهي ۽ تون جانور آهين.'

گهيٽي ورندي ڏني, 'بيشڪ مان جانور آهيان, پر تون بہ تہ آهين؟'

'آنءَ جانور بہ تنهنجي ڪري ٿيو آهيان. جي تون رڍ جو پٽ نہ هجين ها تہ مان بگهڙ ڇو هجان ها؟ اهو قصور بہ تنهنجو آهي. ان ڪري توکي جوڳي سزا ملڻ گهرجي.'

بگهڙ اهو چئي ٽپو ڏئي گهيٽي کي دسي وڌو.

# ڪوڙ جون ديڳيون

اسان جي ۽ اسان جي دشمن جي شهر تي ڪوڙ جون پنج ديڳيون لٿيون.
هڪ اسان جي شهر وارن ۽ هڪ اسان جي دشمنن ڪي هٿ آئي.
باقي ٽي ديڳيون ٻنهي شهرن جي سرحدن تي ڪريون.
اڃا تائين خبر ناهي پئي تہ اُهي ڪيڏانهن ويون!؟

# بانڪو چور

سيلز ٽئڪس کان ٻنل هڪ سيٺ، 'پير ڪوڪي' جي مزار تي آيو ۽ اتين ئي چوڻ لڳو جئين بانڪي چور آڳاٽي دور ۾ چيو هو:

'تون آن پير ڪوڪو
مان آهيان مڙس راتوڪو.
چوري ڪئي آ مون،
پري ڏي تون.'

پر هن پيري 'پير ڪوڪي' پاڻ چوري پري ڏيڻ بدران عجيب جواب ڏنو:

'تون آن چور چوکو
مان آهيان پير سوکو
چوري ڪئي آ توـــ
پري ڏي هُوا'

سيٺ حيران ٿي ويو. پڇي ويٺو.

'هُو ڪيرُ؟'

پير ڪوڪي جي مزار مان آواز آيو:

'عوام.'

# تاريخ پاڻ ورجائي ٿي

’صدر سلامت، صدر سلامت! دشمن اسان جي ملڪ تي ڌوڪيندو پيو اچي.‘

مهامخبر صدارتي محل ڏانهن فيڪس اماڻي.

’اچڻ ڏيس.‘ صدر صاحب بي پرواهي وچان موٽ ڏني.

’دشمن ڪاهيندو ۽ ٻاهيندو پيو اچي.‘ مهامخبر ٻي فيڪس اماڻي.

’ٻاهڻ ڏيس.‘ صدر ساڳي لاپرواهي ڏيکاري.

’دشمن در تي اچي پهتو آ.‘ مهامخبر انتر ڪام تي سهڪندي ٻڌايو.

صدر صاحب، صدارتي محل مان نڪري، دشمن کي سلوٽ هڻندي چيو:

’آئو بادشاهو!‘

# هڪ ٻئي جا ڄاتل سڃاتل

’تون دهشتگرد آهين؟‘ هڪ شخص اوچتو آڱر اُڀي ڪندي، ٻي شخص تي ڀري بازار ۾ الزام هنيو.

’مان!؟‘ ٻيو شخص واتڙو ٿي ويو.

’ها، تون ....! تنهنجا هٿ ڪيترن ئي بي گناهن جي رت سان رڱيل آهن.‘ پهرين شخص، ڪيس وائکو ڪندي چيو.

’منهنجا!؟‘ ٻيو شخص پنهنجي هٿن ڪي حيرت مان تڪڻ لڳو.

’هي ڏس منهنجا هٿ صاف آهن.‘ ثبوت طور تي، پهرين شخص دستانه لاهي پنهنجا صاف هٿ ڏيکاريا ۽ پوءِ چوڻ لڳو ’ڌوئڻ جي باوجود به تنهنجي هٿن جي آڱرين تي لڳل رت جا نشان اڃا واضح آهن.‘

’پر تنهنجي دامن تي ايڏو رت ڪنهن جو لڳل آهي جو سڄو دامن تر لڳو پيو ٿي؟‘ ٻي شخص سندس تردامنيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

’اهو دهشتگردن جو رت آهي، جن ڪي مون سڄي دنيا ۾ ڳولي ڳولي ڪُنو آهي.‘ پهرين شخص پنهنجو ڪنڌ فخر سان مٿي اوچو ڪندي چيو.

’ڇئبو تہ تون دهشتگردن جو بابو آهين؟‘ ٻي شخص ٺهہ پهہ نتيجو ڪيڍندي منهن تي ڦهڪايو.

اهو ٻڌي بازار ۾ بيٺل ماڻهن جو ساهہ سُڪي ويو..... ۽ سمجهي ويا تہ ٻئي هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح سڃاڻن ٿا!

**"اُهوئي...."**

هڪ همراھ گيڙو رتل ڪپڙن پهريل همراھ کي ڏسي ڪائنس پڇيو،
'تون صوفي آهين؟'
'نہ مان اُهو ناهيان.'
'تہ پوءِ تون ڪير آهين؟'
'اِهائي تہ آرزو آهي تہ ڏسان، تہ مان ڪير آهيان .....؟ يا اُهو ئي تہ ناهيان، جنهن کي ڏسڻ جي آرزو آهي!'

# 121. فراق جي منزل —

# SUFI TREAT

Sufism has been here for millenias, but the name has only been here for little over a 1000 years. Popularily known as the mystical dimension of Islam based on the esoteric, or "inner-meaning" of its scripture, namely the Qur'an, Sufism's central doctrine is based on a verse of the Qur'an; in which God says, "I created man and breathed, My spirit into him." This "Divine spark" placed into every individual, says the Sufi, must be nurtured and cherished. Furthermore, each individual "spark" or "spirit" separated from the Universal Spirit, desires to return and reunite with the Universal spirit. This "returning" is vital and central to the Sufi doctrine.

The word "Ṣufi" is derived from the Arabic word "suf," meaning "wool," garments woven from wool were generally worn by early mystics, who came to be known as "Sufis". There are other explanations and meanings of the word 'Sufi' but the one given here is generally accepted by most Sufis and Sufi scholars. Sufism is known in Arabic as 'Tassawuf' or Islamic Mysticism. A Sufi is a mystic, a person who strives towards intimate knowledge or communion with God; through contemplation, meditation and/or "inner-vision."

It is said that the Prophet used to explain and clarify the meaning of each chapter and verse of the Qur'an to his immediate friends and companions. To a select few of his companions, he explained the mystical interpretation of the verses. Thus starting a "chain of transmission" of the esoteric meaning of the Qur'an. This was conveyed first by "word of mouth" from master to pupil or disciple. This oral tradition has continued from generation to generation to the present day. It was much later that Sufi teachings and

practices were formally laid down in writing for future generations.

Talking of Sufi rituals and practices, it is rather difficult to summarize all the practices and rituals associated with the various orders. However, there are certain practices common to all the orders. Such as:

1 Ritual prayer and fasting,

2. Remembrance of the "spiritual lineage" of each order,

3. The practice of "zikr,"

4. Meditative practices.

The details of these rituals are beyond the scope of this writing.

The Sufi firmly believes that each individual spirit desires union with the Universal Spirit, namely God, after death. Furthermore, he believes that it is possible to "experience" God in this life!. This kind of experience is described by Sufis as super-sensory, ultra-mystical, and even "visionary,". It must be emphasized here that this kind of "experience" has been achieved by only the elite! Nevertheless, this is the goal of every Sufi.

The central doctrine of Sufism, is love i.e., divine love. The Qur'an teaches that "God's mercy is greater than His wrath" and that "God's love is His supreme attribute." Based on this, the Sufi path becomes a 'Path of Love,' where the Sufi becomes the 'lover' and God the 'beloved'. This love affair ends only with the ultimate union with the Beloved. This love relationship is depicted in most volumes of Sufi literature and poetry.

There are two aspects of Sufism, one is called "practical Sufism" and the other, "philosophical Sufism." One deals with the actual practice, while the other deals with the 'way' and how it is practiced. By way of analogy, it has been said that the "philosopher" looks at "water," and

describes its properties, whereas the "Sufi," on the other hand, drinks it to quench his thirst.

Sufism is a tradition of contrasts and paradoxes. To understand it, one must go beyond stereotypical images of turbans, long robes and whirling dervishes. While western culture has taken Sufi poetry and teaching stories, to see them as entertainment, divorced from their original educational and therapeutic context. This is not utterly wrong, because the stories and poetry convey truths that the subconscious mind recognizes, even if the conscious mind does not understand them. At the same time, Sufism presents a very profound psychology, which aims at self-realization, which it defines as becoming fully, human being.

Traditionally Sufi stories are not artistic performances. Instead they arise within a spiritual community where the mutual search for wisdom demands a response to the moment, not a rehearsed enactment. The stories are often interspersed with spiritual practices or meditations that prepare the way for them or that lead one to the doorway of an experience, the story implies.

The Sufi story illustrates the layers of understanding that lie in sufism, the obliteration of the ego, the need of the master who will help with the quest for knowledge along the divine path, and search for the true way, the way of God, however difficult and esoteric. These stories are allegories, metaphors, stories within stories, and like the layers of an onion, they require patience to peel and they sometimes end in tears.

Sufi stories may express humorous, sad or mixed emotions, but generally they are not moralistic, nor is there one particular point to "get," as in a joke or riddle. The stories may have many layers, and the most obvious ones often give way to the more subtle, only with time and experience.

## 124. فراق جي منزل ــــ

*Once upon a time....*

*It is late at night. The legendary wise fool, Mulla Nasruddin, is crawling on his hands and knees under a corner street light. A close friend discovers him and, thinking that Mulla may be a little drunk, tries to help:*

*"Mulla, let me help you up! Do you need help to find your way home?"*

*"No... no, my friend.... I've lost the key to my house. Here...get down on your hands and knees and help me look."*

*Groaning, Mulla's friend lowers himself onto the hard pavement and begins to crawl around. He makes a thorough search, peering into all the crevices in the cobblestones, gradually and laboriously widening his search. After what seems like hours, his knees are aching. No luck.*

*"Mulla, I've looked everywhere within thirty feet. Are you sure you lost your keys here?"*

*"No....actually, I think I lost them about a block away, over there."*

*"Mulla, Mulla-- you idiot! Why are we wasting our time here then?"*

*"Well, the light was better here...."*

For instance, the story of Mulla Nasruddin (given above) may seem utterly absurd, but upon reflection, how often do we look for answers to problems in ways that we are used to looking, even if they are not effective? The Western Sufi Ahmed Murad Chishti, once said "The reason we don't solve problems is that the answers interfere with our concepts." We tend to look with and through our conscious mind, rather than going into the shadow side of our subconscious where the answers may lie!

## 125. — فراق جي منزل

In general, most Sufi stories aim to help us "unlearn," that is, to go beyond the emotional boundaries and mental concepts that enclose the sense of who we think we are. As we go beyond these boundaries, we find ourselves in the province of what one may call "wild mind." We discover an inner landscape that is both richer and less controlled than the safety of fixed ideas and rules.

In many Sufi stories, we find that our relation to animals and nature is not only symbolical of our inner state, but that we humans can become reflected in the inner lives of animals.

As has been previously mentioned, earlier Sufism was based on an oral tradition, but around 1000 AD, its teachings and doctrines appeared in writing. For the next four centuries, Sufi literature flourished in the form of manuals, mystical tales and anecdotes, treatises on Islamic theology, philosophy, metaphysics and mystical poetry.

A famous classical manual is by 'Ibn Arabi' called, "*Journey to the Lord of Power*," which is a handbook on spiritual retreat.

Tales and anecdotes in the form of literature are really meant as "teaching tales," with the purpose of driving home a moral or mystical point. Some of the tales are elaborate and allegorical in their content. A classical example is 'Attar's' "*Conference of the Birds*," and 'Sa'di's' "*The Rose Garden*," and many others by Arabic and Persian authors and poets.

Classical Sufi treatises on the nature and essence of Sufism and Islamic theology were written by the famous Sufi philosopher 'Al Ghazali', around 1100 AD. His famous work called "*Reconstruction of Religious Sciences*," and "*Alchemy of Happiness*"' are classic examples. Another Sufi master 'Ibn Arabi', born in Spain around 1160 AD, is perhaps the most profound Sufi author of his time. Two of his famous works are called "*Bezels of*

*Wisdom*," and "*Meccan Revelations*." They deal with theories on pantheism and monotheism, such as the theory that asserts that "God is Nature, and Nature God." The other theory differentiates God from Nature, by asserting that "God is above Nature, which He created." Yet other theories deal with the "Unity of Being," and the "wisdom of prophecy," and so on. Studies based on such works are still subjects for Sufi contemplation and meditation.

Sufi poetry is recited by Sufis to enhance mystical awareness. Such poetry, written in the "classical era" were by Arabic poet 'Ibn-Al-Farid', and persian poets such as 'Hafiz', 'Sa'di', 'Jami' and 'Rumi'. 'Rumi', perhaps is the best known in the world for his monumental poetic works called the "*Masnavi*" and "*Divan-i-shams*." Poetic imagery both symbolic and mystical, depicts the central themes with which all Sufis are familiar with, are the "pangs of separation of the lover from the beloved," the "individual soul's" desire for mystical union with the "Universal soul,". These are some of the important themes. Classical and modern Sufi poetry can be found from North Africa and Middle East, to India and Indonesia.

Since India enjoys to be the cradle of 'ancient civilizations' and 'oldest organized religion and religious scriptures' in the human history, it is safe to say that Sufism not only was present in this part of the world, way before it was present anywhere else, but also was practiced widely. The Indus civilization and what remains of it today (i.e., the present Indus valley people), have 'Sufi' tendencies that go beyond particular religions. Sindh being the prime example of having such a background, reflected heavily in the works of Shah Abdul Latif, Sachal Sarmast, Rohal Fakir, Sami and others.

Such psyche has clearly continued in 'modern' sindhi literature at different times, but not with a vivid consistency. Writers such as Amar Jalil and Agha Saleem

have presented sufi thought in some of their works, but it is Manzoor Kohyar, who has written short stories cosistently (for the past few years), introducing them under the particular genre, namely 'sufi stories'. His stories are a fusion of artistic expression and different aspects of the sufi psyche. Not only does he higlight the different facets of sufi thought but does so with an artistic expression that would be appreciated by sufi masters themselves.

The stories in the book, correspond to different forms of literary expression. Following is some information and comments about particular stories, for the guidance of the reader:

The city of Surgeons (Jaraahan jo shahar), Reality (Hakiekata), Growing wound (wadhandar zakham) are allegorical in expression. The concept presented in these stories is the lack of true guidance for the masses and the actual presence of unreliable half-surgeons. Highlighting the undirected efforts of the people in search of true messiahs!

Accountability of the Jackal (Gidar jo ahtisaab) and Sorrow of the day of Judgement (Qayamat jo gham) use satirical style of presentation. The human selfishness and the beleifs made up by humans to satisfy their own wishes, are the points presented here.

Abraham, the friend of God and fire of hate (Ibrahim, Khalil-ul-Allah aien nafratan ji aag) is written in religio-historical perspective. It gives the account of the three religions based on Abraham's ideologies, having nurtured a fire within themselves, so fierce that it upsets Abraham himself!

Eternal Truth (Azali Sach) is again written in historical perspective. Presented as the last moments of Hussain bin Mansoor Hilaaj, the situation makes the reader think as to why have the humans blinded themselves from the eternal truth!

**128. فراق جي منزل ـــ**

Destination of Seperation (Firak ji manzil) and gallows, our ornaments (Suri aah seengaar) both are historical and indigenious. Shah Abdul Latif's, is the main character in these stories. The Sufi's version of Patroitism is highlighted here.

Keep, what thou groweth! (Jo kherrey so khaaey!) has a historical background. Situated in the mughal period, it is the story of celeberated sindhi Sufi, Shah Inayat and his ideology. Gives the account of Shah Inayat's execution, presenting the fact that truth has always been punished severly, but such castigations merely glorify the truth itself!

Other stories including Truth is the greatest religion (Sach waddo dharam aahey), Sufi (sufi) and Bodlo's Camel (bodley ji daachi), are purely based on Sufi philosophy. Presenting different thoughts and facets of life and the 'Sufi' reaction to them.

It must be said that the expereince, this book provides is valuable beyond estimation. Not only is it a great contribution to the Sindhi Literature, but must be takes as a sound representative of Sufi thought, thus qualifying as a valuable addition to the literary volumes worldwide.

**Balach Hussain.**

27-01-2007

فراق جي منزل منظور ڪوهيار ڪنول پبليڪيشن قنبر



**منظور ڪوهيار** جو جنم 2 جولاءِ 1955ع ۾ ٿيو. بنيادي تعليم لاڙڪاڻي مان حاصل ڪري سال 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سوشيالاجي ۾ ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪيائين ۽ ان ئي شعبي ۾ ڪيس گولڊ ميڊلسٽ شاگرد هجڻ جو اعزاز پڻ حاصل ٿيو. سال 1991ع ۾ هالينڊ جي شهر روٽرڊم مان انسٽيٽيوٽ آف هائوسنگ اسٽڊيز مان هائوسنگ پلاننگ ائنڊ بلڊنگ ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما حاصل ڪيائين ۽ ان دوران ئي سنڌ جي شهرن جي ترقي متعلق هڪ جامع رپورٽ تيار ڪيائين. جيڪا Assessing the role of planning in the development process of sec_ondary cities of sindh جي سري هيٺ اڄ به يورپ جي لائبريرين ۾ موجود آهي

منظور ڪوهيار صاحب سنڌي ادب جي ڪيتر ۾ هڪ معتبر نالي طور سڃاتو وڃي ٿو. هُو گهڻ پڙهيو، اُتساهيندڙ ۽ سنجيده شخصيت جو مالڪ هجڻ سان گڏو گڏ بهترين مقرر پڻ آهي. سندس عالمانه گفتگو جو انداز ٻڌندڙن کي هميشه موهي وجهندو آهي. هن تخليقي توڙي تحقيقي ادب، ڪالم نگاري ۽ افسانه نگاري، ڊرامه نويسي، مقالا نگاري ۽ مضمون نگاري ذريعي وڏي مڃتا ماڻي آهي. سندس ڪهاڻين جو هڪ مجموعو ’سج لهڻ کان پوءِ به...‘ گهڻو اڳ ڇپجي چڪو آهي. سنڌي ٽي وي چينلز تي مقبوليت ماڻيندڙ سندس ڊرامه، سنڌي سماج جي مختلف پهلوئن جي چٽي عڪس بندي ڪن ٿا. سندس لکيل ’اڪيڊمڪ ڊراما‘ جيڪي پڻ ٽي وي چينلز تي هلي چڪا آهن، سي سنڌي ٽيليويزن ڊرامي واري فيلڊ ۾ نئون ۽ خوش آئنده اضافو آهي.

انهيءَ کان علاوه هو رائيٽرس ڪلب لاڙڪاڻي جو پريزيڊنٽ ۽ لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي جو وائيس چيئرمين پڻ آهي. هن وقت لاڙڪاڻي ۾ اربن پلاننگ اينڊ اسپيشل ڊيولپمينٽ ڊپارٽمنٽ ۾ آفيسر آهي.

منظور ڪوهيار، جو صوفي ڪهاڻي جي حوالي سان هي ڪتاب ’فراق جي منزل‘ ادبي ڪيتر ۾ هڪ نئون ۽ قابل قدر اضافو آهي. جيڪو سنڌي ادب ۾ پنهنجي هڪ حيثيت والاريندو.

مختيار سمون
ناليج سينٽر لاڙڪاڻو

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ وارو شاعر هي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سپني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)